# ڪنڊڙي رنگ

(ڪلام)

## صوفي ميان ڪرم علي فقير زنگيجو



سهيڙيندڙ

صوفي امانت علي فقير زنگيجو

مُرتب

صوفي دريا خان فقير زنگيجو



# ڪنڊڙي رنگ

(ڪلام)

صوفي ميان ڪرم علي فقير زنگيجو

سنڌي، سرائيڪي ۽ هندي ٻولين ۾

سهيڙيندڙ

**صوفي امانت علي فقير زنگيجو**

مرتب

**صوفي دريا خان فقير زنگيجو**

ڇپائيندڙ:

صوفي روحل پبليڪيشن ڪنڊڙي

ڪتاب جو نالو : ڪنڊڙي رنگ

موضوع : ميان ڪرم علي فقير زنگيجو جو ڪلام

سھيڙيندڙ : صوفي امانت علي فقير زنگيجو

مرتب- : صوفي دريا خان فقير زنگيجو

ڇاپو ۽ سال : پهريون سال 2019 ع

ڳاڻيٽو : 1000هزار

ڇپائيندڙ- : روحل پبليڪيشن ڪنڊڙي

قيمت- : -/400 روپيه

ملڻ جو هنڌ : درگاهه ڪنڊڙي روحل فقير، تعلقه روهڙي
ضلع سکر سنڌ

رابطہ نمبر : 0300-9316512

لال جنرل اسٽور شاهي بازار ڏهرڪي

رابطہ نمبر : 0300-3266160

سپر پرنس ڪٽ پرائيز شاپ عمراڻي مارڪيٽ
نزد انصاري چوڪ جهول ضلع سانگهڙ

رابطہ نمبر : 0300-3397152

فوٽو گرافي : پرڪاش ڪمار (پي-ڪي اسٽوڊيو ڏهرڪي)

لي آئوٽ : لڪي ڊزائنرز اينڊ پرنٽنگ اسٽيشن روڊ خيرپور

۽ پرنٽنگ 0300-3134375-0333-3908495

## ارپـــنـــا

پنهنجي پياري روحاني رهبر مرشد هادي

# سائين صوفي فيض علي اول رحه

ڪندڙي شريف جي نالي، جنهن مون ناچيز کي
ذڪر الاهي ڏئي انسان بڻايو.

**صوفي ميان ڪرم علي فقير**

# سٿاءُ

Scanned with CamScanner

## ڪنڊڙي جي فقيرن جو شجرو "الف"

## (1) حضرت صوفي روحل فقير صاحب زنگيجو



## ڪندڙيءَ جي فقيرن جو شجرو "ب"
## (2) خدا بخش فقير ولد روحل فقير (ٽيون نمبر فرزند)
## خدا بخش فقير (متوفي 1843ع)



# پنهنجي پاران

سنڌ جي سرزمين کي مالڪ سائين وڏين نعمتن سان نوازيو آهي. جاڪاڻ تہ هن ۾ ڪيترائي درويش، سالڪ، روحاني رهبر، تعليمي ادبي، سياسي سماجي شخصيتون اظهارتينديون رهن ٿيون، جن ۾ سوين شاعر، اديب ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن. جن جو سلسلو اڄ تائين جاري ۽ ساري آهي. اهڙن باصلاحيت بزرگن مان جيڪي امن شانتي، پريت محبت، ڀائيچاري، رواداري ۽ حق جي راهہ ڏسيندڙن ڏاتارن ۾ شاهہ شهيد صوفي شاهہ عنايت، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، حضرت شهباز قلندر، صوفي صديق فقير، حضرت صوفي روحل فقير، صوفي محمد مراد فقيرزنگيجو، حضرت صوفي دريا خان فقير زنگيجو قابل ذڪر شخصيتون آهن جن پنهنجي ڏات مان نظم نثر وسيلي انسان ذات لاءِ امن ڀائيچاري ۽ وحدانيت جو پيغام ڏنوآهي، جنهن مان اسانکي حق ۽ هيڪڙائي جو سبق ملي ٿو.

جيئن تہ صوفي خاندان سان نسبت هئڻ سبب مونکي پنهنجي ڪنڌڙيءَ جي ڪلتارن جي ڏنل درس کي پڙهڻ پُرجهڻ سمجهڻ سوچڻ ۽ دل سان هنڊائڻ جو گهڻوشوق پئي رهيو. تنهنڪري پنهنجن بزرگن جي شايع ٿيل شاعري ۽ قلمي شاعري هردم منهنجي مطالعي هيٺ پئي رهي. ڪيترائي ڀيرا ڪوشش ڪيم تہ پنهنجن بزرگن جي پيروي ڪندي ڪلام تي طبع آزمائي ڪجي پر وقت جي نزاڪتن ۽ طبيعت جي ناسازي سبب اهو چاهہ چڱيءَ طرح پورو نہ ڪري سگهيس. جيئن تہ منهنجي پڙڏاڏي ۽ ڪنڌڙيءَ جي صوفين بزرگن جي سرموڙ صوفي بزرگ حضرت صوفي روحل فقير جي پڙپوٽي صوفي ميان ڪرم علي فقير جي شاعري جو ڪجهہ مواد قلمي حالت ۾ مونکي مليل هو جيڪو مونکي پنهنجي ڏاڏا فقير درويش صوفي دريا خان فقير دوئم ۽ منهنجي والد بزرگوار صوفي ڪرم علي فقير سوئم وٽان عنايت ٿيو هو. افسوس آهي جو مليل قلمي

نسخن جي ايتري زبون حالي هئي جو ڪتاب کي هٿ ۾ کڻڻ ۽ مطالعو ڪرڻ تمام مشڪل هو ۽ مواد مختلف ورقن، ڪاپين ۽ بندين تي لکيل هو. تنهنڪري ڪلام کي پڙهڻ،سمجهڻ ۽ سهيڙڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو هو. پر پوءِ به اهڙي نادر ۽ قديم فڪري خزاني کي يڪجا ڪرڻ جو ڏاڍو فڪر رهندو هو. ڪنڌڙيءَ جي بزرگن جو سمورو ڪلام ته گڏ نه ڪري سگهيم پر پوءِ به دل ۾ پڪو پهه ڪيم ته پنهنجي پڙڏاڏا صوفي ڪرم علي فقير جو ڪلام شايع ڪرائي پنهنجي شوق کي ڪنهن قدر پورائو ڪري دل جو ڏيئو روشن ڪجي. پنهنجي ڏاڏا سائين جن جو ادبي خزانو سهيڙي سينگاري ادبي ميدان ۾ آڻجي، جنهن کي آءٌ حج اڪبر جهڙي سعادت سمجهان ٿو.

اهڙي سعادت حاصل ڪرڻ خاطر مون پنهنجي طرفان جدوجهد شروع ڪري ڏني . طبيعت ناساز هوندي به منهنجي عزم ۾ ڪا به ڪمي نه آئي. وس آهر محنت ڪندو رهيس. جيڪي ڪاغذ ڦاٽي ويا هئا انهن کي پنهنجي ناقص سمجهه آهر بيهر لکڻ ۽ سندن اصلوڪي جاءِ تي رکڻ جي ڪوشش ڪيم. انهيءَ نيڪ ڪم ۾ جن دوستن يائرن ۽ همدردن هٿ ونڊايو انهن جي ڪوشش ۽ ڪاوشن کي جس هجي ڪافي ڪوشش جي باوجود هن ڪم کي تڪميل تي پهچائڻ ۾ گهڻي دير ٿي وئي پر وري به مالڪ سائين جي مهرباني سان هن قلمي خزاني کي سهيڙي شايع ڪرائڻ کي پنهنجي وڏي خوش نصيبي ٿو ڄاڻان جيڪا مون لاءِ هڪ سعادت آهي.

حضرت صوفي ڪرم علي فقير صاحب جو ڪلام اوهان جن هٿن ۾ آهي. فقير صاحب جن ڪنهن تعارف جا محتاج ناهن. حضرت صوفي روحل فقير جن جي خاندان مان هجڻ ئي سندن مڪمل تعارف آهي.

آخر ۾ آءٌ ٿورائتو آهيان صوفي دريا خان فقير سوئم جو ۽ صوفي

جلال فقير ٽالپر ثاني (خادم جلالي) جو جن جون خدمتون هن ڪتاب جي سهيڙ ڪان شايع ٿيڻ تائين لڳاتار اسانجي حوالي رهيون. انهن جي محنت سان هي ڪتاب سڀ مرحلا طئي ڪري ادبي ميدان ۾ پهتو آهي.

يقين اٿم تہ هي ڪتاب تصوف ۽ ادب جي راهہ ۾ هلندڙ واٽهڙن لاءِ هڪ روشن مينار ثابت ٿيندو ۽ جيڪو بہ فيضياب ٿيو گويا مونکي پنهنجو لاڀ حاصل ٿي ويو. حق موجود سدا موجود.

دعاگو

**صوفي امانت علي فقير زنگيجو**

درگاهہ ڪنڌڙي روحل فقير.

تاريخ: 1 جنوري، 2018ع

# پيغام

ڪنڊڙي وارن ڪلتارن جي سلسلي منجهان ميان ڪرم علي فقير زنگيجو بہ هڪ روشن ستارو هو جنهن جو ڪلام اڄ ڇيڇي راس ٿيو آهي.

فقير صاحب جو ڪلام سنڌي، سرائيڪي ۽ هندي ٻولين تي مشتمل آهي.سندس ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ فقير صاحب پنهنجن ئي بزرگن درويشن مان صوفي روحل فقير صوفي مراد فقير، صوفي شاهو فقير، صوفي غلام علي فقير، صوفي درياءَ خان فقير، ۽ پنهنجي پاڙيسري صوفي درويش بيدل فقير، سچل سرمست جي شاعري کان متاثر ٿيل آهي.

فقير صاحب جو ڪلام هٿ ڪري شايع ڪرايو ويو آهي. اميد آهي تہ هي پر خلوص ڪاوش علم ادب ۽ تصوف جي واٽ ۾ ڪيترائي مثبت اثرات مرتب ڪندي.

**سائين صوفي عطاالله "ستاري"**

سجاده نشين

درگاهہ معليٰ صوفي شاهہ عنايت شهيد

جهوڪ ميرانپور



حضرت صوفي روحل فقير صاحب جي اها ڦڻي جنهن سان وار ڇري جي لاءِ هر چنڊ جي پهرين آچر تي سوڻ ڪيو ويندو آهي.



آخري آرام گاهه حضرت صوفي روحل فقير صاحب



حضرت صوفي فيض علي فقير سائين (اول)



درگاهہ حضرت صوفي دريا خان فقير سائين (دوئم)



صوفي دريا خان فقير (سوئم)، صوفي جلال فقير (ثاني) ۽ شيواداري موٽڻ فقير

بسم الله الرّحمٰن الرّحيم

# مهاڳ

ڪاشي ڪنڊڙي ايڪ هي، روحل روپ ڪبير
جو چل آوي ڏک مِٽي ، جنم جنم کي پيڙ

سباجهي سنڌ جي سڀڳَند پري ڌرتي پنهنجي فن فڪر، ثقافت تاريخ ۽ فلسفي جي لحاظ سان هڪ منفرد حيثيت رکي ٿي. سنڌ ڌرتي وحدانيت ۽ تصوف جي ڌرتي، عشق محبت، پيار پريم جي ڌرتي، ولين اوليائن ۽ درويشن جي ڌرتي آهي. جنهن کي اهو اعزاز حاصل آهي ته هي ڌرتي مختلف ادوار ۾ صوفي شاهه عنايت شهيد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، صوفي روحل فقير، صوفي مراد فقير، صوفي دريا خان فقير، سچل سرمست ۽ صوفي بيدل بيڪس فقير جهڙن ڪيترن ئي ڪامل ولي بزرگن ۽ عظيم هستين کي جنم ڏيندي رهي آهي. اهڙين هستين جا قائم ڪيل آستانا خانقاهون ۽ درگاهون اڄ به سنڌن عظمت جون گواهه آهن. انهن درگاهن مان صوفي روحل فقير ڪنڊڙي واري جي درگاهه به پنهنجو مثال پاڻ آهي. هن درگاهه جو نالو وڏي خصُوصيت جو حامل آهي. سندس روشني هند سنڌ ۽ پنجاب جي علائقن تائين پکڙيل آهي.

درگاهه ڪنڊڙي روحل فقير صاحب گذريل ڪيترين ئي صدين کان اڄ تائين روحاني درس تدريس، وحدانيت واري واٽ جي ڪيفيت ڪردار جي عملي مشق جو ميدان رهي آهي. گذريل ڪيترين ئي صدين کان هي درگاهه الٰهي محبت جي اها مشعل راهه رهي آهي جيڪا بغير ڪنهن ڀيد ڀاءُ، ذات پات، اونچ نيچ، دين ڌرم جي ڪٽرپڻي کان آزاد ٿي امن ڀائيچاري واري بي تعصب سوچ لوچ وسيلي انسان ذات جي روحاني رهنمائي پئي ڪري.

مذڪوره درگاھ جي شان ۾ سندس باني سلطان العارفين صوفي حضرت روحل فقير صاحب جن اهڙي ساکي فرمائي آهي:

ڪاشي ڪنڊڙي ايڪ هي، روحل روپ ڪبير
جو چل آوي ڏک مِٽي ، جنم جنم ڪي پيڙ
ڪنڊڙي تو ڪنچن پري ، جت پرش ليو اوتار
روحل رنگ لاڳ رهيو ، آٽ پهر اِڪ سار
ڪنڊڙي پوري اڪ ڌام هي، جيڪو ليوي نام
جنم مرن ڪا ٻنڌن ڪٽي ، شڌ هووي نج ڪام
ڪنڊڙي اتم ڌام هي ، جس ۾ سنتان پايو ڪلتار
اس ڌام ڪي جن شيوا ڪرِي، تن پايو موڪش دُوار

ڪنڊڙيءَ جي ڪلتار صوفي روحل فقير صاحب جي پنجين پيڙهيءَ مان صوفي ڪرم علي فقير (دوئم) جنم ورتو، جنهن سلطان العارفين صوفي روحل فقير صاحب جن جي جاڳايل سوچ لوچ واري جرڪندڙ جوت مان هڪ نئين لاٽ روشن ڪري تصوف جي ساڃي روشنيءَ کي اڳتي وڌايو.

فقير صاحب جي جنم جو قطعي سن سنبت ته معلوم نه ٿي سگهيو آهي، البت سندس وصال جي تاريخ ملي ٿي. جيڪا 13 رمضان المبارڪ سن 1364 هجري بمطابق 22 آگسٽ 1945ع اربع جي رات اٽڪل هڪ وڳي رات جو ٿيو. چيو وڃيٿو ته وصال وقت سندس عمر 85 سال هئي. انهيءَ معلومات جي بنياد تي فقير صاحب جن جي جنم جو سال 1860ع ٿئي ٿو.

فقير صاحب جي ننڍپڻ واري زندگي بابت ڪو يقيني حال احوال نه ملي سگهيو آهي تنهنڪري ان باري ۾ ڪا ڳالهه ٻولهه نٿي ڪري سگهجي. البت پنهنجن بزرگن ۽ سندس اردگرد واري ماحول مطابق ابتدائي سنڌي فارسي ۽ قرآن پاڪ جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي.

فقير صاحب نوجوان ٿيو تہ سندس شادي ڪرائي ويئي پر ڪيس اولاد ڪونہ ٿيو. فقير صاحب مائيٽي ۾ سادگيءَ واري طبيعت جو مالڪ هو. پنهنجو ٻني ٻارو سنڀاليندو هو. صبح جو روزانو اٿي نماز پڙهي پنهنجي مال متاع جي نظر داري ڪندو هو تنهن ڪانپوءِ ٻنيءَ تي هليو ويندو هو. ڪجھ ڪلاڪ سار سنڀال ڪانپوءِ واپس موٽي ايندو هو. پنهنجن وڏڙن جي درگاھ تي آيل فقيرن درويشن سان ويهي ورونهن ڪندو هو ۽ فقيرن جو راڳ ويراڳ ٻڌندو هو. فقير صاحب وٽ اُٺ بہ گهڻا هوندا هئا انهن جي بہ سنڀال ڪندو هو. جيئن پوءِ تيئن فقير جي سوچ فقيري ۾ رلبي وئي. سندس دل تي فقيري رنگ جو رنگ پختو ٿيندو ويو. آخر سندس ارادو پختو ٿيو. تڏهن پنهنجي اندر ۾ ويهي ويچار ڪري پنهنجي دل کي سمجهايائون تہ فقيري راھ تي هلڻ لاءِ ڪنهن مرشد فقير جو دامن وٺڻ ضروري آهي. پنهنجي مرشد هاديءَ جي امر ۾ رهي سندس ٻڌايل طريقت تي هلڻ لازمي آهي. ان حقيقت کي پاڻ پروڙيندي پختو ارادو ڪري صوفي ميان ڪرم علي فقير پنهنجي والد محترم صوفي فيض علي فقير اول جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ قبلا مون اها پڪ ڪري ورتي آهي تہ الله جي نام ڪانسواءِ هيءَ زندگي اجائي آهي. مونکي ذڪر فڪر جي واٽ سمجهائي وڃي تہ جيئن مان پنهنجو جنم سڦل ڪري پنهنجي مالڪ وٽ سرخرو ٿيان. فقير جو اهڙو اٽل ارادو ڏسي فقير فيض علي سائين جن ڪيس پنهنجو دست بيعت طالب بڻايو، مٿس فيض واري نظر رکي. اهڙيءَ طرح صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم پنهنجي مرشد هاديءَ جي دلي دعائن سان تصوف جون سڀ منزلون ماٿي وحدانيت جي واٽ ۾ سرخرو ٿيو ۽ فقيري جي اعليٰ منزل کي پهتو. فقير ڪرم علي سائين پنهنجي مرشد پاڪ جي گواهي پنهنجن ڪيترن ئي ڪلامن ۽ بيتن ۾ ڏئي چڪو آهي جن مان ڪجھ پيش ڪجن ٿا.

فيض علي سائين فيض فرمايا، ڪول دري ديدار ڏکايا
فيض علي گر مجھ ۾ سمايا ، آپو آپ ۾ درشن پايا
گر فيض علي ڪرپا ڪيني ، ٻن جيپيا گڻ گايو
ڪرم علي ڪا گرو فيض علي هي، چرن ڪنول چت لايو
فيض علي سائين فيض رسايو، ڪرم علي سر ڏنو آهي ستي.

فقير ميان ڪرم علي سائين، اڳ ۾ ئي فقيري گهراڻي جو فرد هجڻ ڪري ۽ فقيري رواداري کي قائم رکندي، تصوف جي سلسلي ۾ باقاعده ڀرپور قدم ڄمائي رکيا. صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم پنهنجي والد بزرگوار صوفي فيض علي فقير اول جي رهبري هيٺ به ورد وظيفن ۾ مشغول رهيو پر هن فقير تي پنهنجن وڏڙن بزرگن جو به وڏو اثر هو. سندس طبيعت اڳ ۾ ئي مانيٺي ۽ صبر واري هئي. فقيري راهه هن فقير لاءِ ڪا نئين واٽ ڪا نه هئي. هي اها ئي راهه هئي جنهن تي سندس وڏڙا هلندا رهيا هئا ۽ سندس وقت ۾ موجود چاچا، ماما، ڀائر ۽ ٻيا هم عصر عزيز هلي رهيا هئا. پنهنجي ٻاروتڻ ۾ ئي صوفي ميان ڪرم علي فقير پنهنجي چوڌاري اهڙوئي فقيري وارو ماحول ڏٺو. درگاهه صوفي روحل فقير تي ٿيندڙ ساليانا عرس مبارڪ ۽ ٻيا ٿڻ وار ملهائيندي ڏٺا. درگاهه عاليه تي ايندڙ صوفي فقيرن، درويشن، سالڪن ۽ شيوڪن کي ڏٺو. انهن جي ريتن رسمن، اٿڻ ويهڻ، ملاقاتن کي ڏٺو. جنهن جو اثر سندس تي ضرور پيو. ان کانسواءِ بزرگ فقيرن، صوفي روحل فقير، صوفي شاهو فقير، صوفي غلام علي فقير، صوفي خدا بخش فقير ۽ صوفي دريا خان فقير جا ڪلام پڙهيا ۽ ڳائڻ وارن کان ٻڌا سڻيا ۽ انهن جو به ذهني طور اثر قبول ڪيو. انهن سيني ڳالهين کان علاوه اها ڳالهه وڌيڪ آهي ته صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم پاڻ به ته انهيءَ ساڳي مهراڻ جو املهه ماڻڪ هو، جنهن جو نالو ڪندڙي چيو وڃيٿو.

يقينن سندس طبيعت ۾ اهي گڻ ڪم ڪري رهيا هئا جيڪي سندس بزرگن ۾ هئا. تنهنڪري تصوف جون منزلون ڪاميابيءَ سان طئي ڪرڻ ۾ ڪيس ڪا گهڻي دير ڪا نه لڳي. ٿوري ئي عرصي ۾ صوفي ميان ڪرم علي فقير صوفي رنگ ۾ رچي لعل ٿيو. ڇو ته اڻ ميا ماڻڪ موتي، لعل جواهر به انهن ڪي ئي ملن ٿا جيڪي سمنڊ جي اونهائيءَ ۾ وڃي ڳولها ڪن ٿا. جنهن لاءِ شاه ڀٽائي عليه رحمته فرمايو آهي:.

سي پوڄارا پرٿيا سمنڊ سيويو جن
آندائون عميق مان جوتي جواهرن
لڌائون لطيف چئي، لعلون مان لهرن
ڪانهي قيمت تن، ملهه مهانگو تن جو

جڏهن وحدانيت جو واٽهڙو پنهنجي ربّ تي پڪو ڀروسو رکي پاڻ کي عشق جي سمنڊ ۾ اڇلائي ٿو، پاڻ کي وحدانيت وارين ويرن، لهرن جي حوالي ڪري ٿو. پنهنجا سڀ اختيار ڦٽا ڪري ٿو تڏهن مالڪ حقيقي مٿس مهربان ٿي ان طالب وٽ پهچي سندس واهرو ٿئي ٿو ۽ پنهنجي ڪرم نوازي سان اهڙي شاهدي ڏيندي فرمائي ٿو:.

هِڪي ٻانهي چت ۾ ، ٻي جا ڪري الله
پاڻهئي وجهي ڪن ۾، پاڻهئي اڪاري آڙاهه
تنهن واحد ڪي واهه ، جو سُتر سيئي ڪري

تيئن صوفي ميان ڪرم علي فقير به دنيا کان پنهنجا لاڳاپا ٽوڙي الٰهي عشق جي سمنڊ ۾ ڪاهي پيو. الله تعاليٰ جي ذات ڪيس پيار ۽ پاٻوهه سان ڇولين مان ڇڪي، تڪ تار مان پار پهچائي ڇڏيو،

جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي:-

تيري ڪريمي ڪي آسري هم فقيرون ڪي زندگي هي
جسي تو عروج بخشي اُسي خيال زوال ڪيسا

فقير وحدانيت واري واٽ تي پنهنجي دم قدم سان اڳتي وڌندو رهيو ۽ تصوف جون منزلون طئي ڪري ڪامل درويشي درجي تي پهتو.

صوفي ميان ڪرم علي فقير صاحب جن جي طالبيت ۾ تمام گهڻا ماڻهو هئا، جنهن ۾ هندو توڙي مسلمان بغير ڪنهن مذهبي مت ڀيد جي طالب ٿيندا رهيا. انهن طالبن مريدن منجهان ڪي ته اهڙا به وڏا ڪاني ڪرامت جا صاحب، پور برهم گياني ٿيا. جن جا اڄ تائين تڪيا آشرم درگاهون موجود آهن جن جي هر سال ياد ملهائي ويندي آهي.

جيئن ته هرانسان هن دنيا ۾ آيو ئي وري واپس وڃڻ لاءِ آهي. فقير ميان ڪرم علي سائين کي به پنهنجو وارو وڃائي هن دنياوي حياتي کي الوداع ڪرڻو هو. آخر ڪجهه ڏينهن بيمار رهڻ ڪانپوءِ الله تعاليٰ جي سڏ تي لبيڪ چئي 22-8-1945ع تي وصال ماڻيو. فقير ميان ڪرم علي سائين دوئم جنهن جي درگاهه صوفي محمد حسن مست جي اولهه ۾ صوفي دريا خان سائين دوئم جي مقبري ڀرسان درگاهه صوفي فيض علي فقير (اول) جي ڀرسان موجود آهي.

# ”صوفي ميان ڪرم علي فقير صاحب
# جن جي شاعري تي هڪ نظر“

فقير صاحب جن جي ڪلام پيغام ۾ بہ اهوئي رس ڪيف سوز ۽ سُرور آهي جيڪو سندس وڏڙن بزرگن جي ڪلام ۾ موجود آهي. سندس شاعري عام فهم ٻوليءَ ۾ چيل آهي. جنهن ڪي هر عام ماڻهو پڙهي پرجهي سگهي ٿو.

فقير صاحب جن جي شاعري هندي، سنڌي سرائڪي ٻولين تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ بيت، ڏوهيڙا، ڪافيون، شبدَ، واڻيون، سيهه حرفيون، منقبت جهڙيون صنفون شامل آهن. فقير صاحب جي شاعري سندس اندر جي سچائي ۽ الٰهي عشق جو چٽو اهڃاڻ آهي. جنهن ۾ الهامي خوبين جي ڪاڻ سمايل آهي. سندس مجموعي شاعري ۾ بيخودي واري جوش جذبي ۽ موج مستيءَ واري حال جو مظهر آهي. صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم جو ڪلام سوز گداز، ڪيف، مدّ ۽ مدهوشي جوش جذب جلال اندر تصوف جي همه اوست جي فلسفي جو هڪ پرپور خزانو آهي. مختلف ٻولين جي امتزاج ۾ اعلٰي پئماني جي شاعري آهي.

هندي ٻولي واري شاعري بہ ٻوليءَ جي مزاج مطابق واڻي، آرتي، شبدَ، دوها هرجس وڏاوا ۽ ٻين صنفن تي ٻڌل شاعري لائق تحسين آهي. صوفي ميان ڪرم علي صاحب وٽ شاعري جو سهڻو گهاڙيٽو ۽ فن فڪر آهي. صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم جي شاعري ۾ طريقت معرفت حقيقت ۽ همه اوست جي فلسفي جو چٽو عنصر موجود آهي. سندس يقين آهي تہ هن دنيا جي هل چل جو ڪارڻ الله تعالٰي جي ذات آهي ۽ صفات سندس ظاهري صورت آهي جنهن ۾ ذاتي شڪتي استعمال ڪري ساري ڪائنات جو وهنوار هلائي رهيو آهي. ڪلاسيڪل موسيقي جي انداز ۾ چوي ٿو تہ الله تعالٰي جي ذات انساني جامو ڍڪي هن دنيا ۾ آئي آهي تڏهن هي سارو لوڪ چري پري گهمي ڦري پيو.

انهيءَ سمايل طاقت سبب هي ساري ڪائنات پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ مصروف آهي. صوفي ميان ڪرم علي سائين به ان ڳالهه جو اهڙو اظهار ڪيو آهي

تخت هزاري دا صاحب آيا، لوڪ تماشا لايا
قالو بلٰي دا قول آها ، رانجهن روح لايا
ملڪ هزاري دا مالڪ هويا، چاڪ لقب چا لايا

وحدت الوجود (لاَاِلٰہ اِلااللہ) واريءَ وات کي فقير جي ذات ئي سجاتو آهي. جنهن جو مطلب هڪ الله جي ذات کانسواءِ ٻي ڪا به هستي ناهي جنهن کي الله تعاليٰ جي ذات جهڙو سمجهي ان کي الله جي ذات سان شامل ڪري سگهجي. الله جي ذات کانسواءِ ٻيون سڀ ساڳي ئي ذات حقيقيءَ جون ظاهري صفاتي صورتون آهن. ڪل ڪائنات اندر جيڪي ڪجهه ڏسجي ٿو اهو الله جي ذات جو اظهار يعني صفات آهي. جنهن جي اندر ۾ پاڻ ذات سمايل آهي. اها الله جي ذات ئي آهي جيڪا اول آخر ظاهر باطن آهي. جنهن لاءِ الله تعالي فرمايو آهي. هُوالاول هوالآخر هُوَالظاهر هُوَالباطن. الله جي ذات هر جاءِ حاضر ناظر آهي: جنهن جي گواهي فَاَينَمَاتُولُوفَثَمرَ وَجَهُ الله واري آيت ڏئي ٿي. جنهن طرف به نظر ڦيرائيندا ته توهان کي الله جي صورت نظر ايندي. مطلب ٿيو ته هر شئي جي اندر ۽ ٻاهراهائي هڪ ذات حقيقي آهي. جيئن سنڌ جي سرتاج صوفي شاهه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي:-

سو هِي سو هُو ، سو اجل سو الله
سو ويري سو واهرو، سو پرين سو پساهه

صوفي ميان ڪرم علي فقير به انهيءَ روحاني راز کي سمجهندي اهڙو خيال اظهار ڪيو آهي:

اندر ٻاهر آپ ٻولينداَ، روپ ورن سڀ نيارا هي
وَنحنُ اَقرَب ويجها وسدا، آيا هڻ اعتبارا هي
آدم نام اسرار الاهي، خاڪي بوتي وچ آوڻ دا
وَفِي اَنفُسَڪُم ڳجهڙيان ڳالهايان، آپو آپ ملاوڻ دا.

مطلب آهي تہ ڪل ڪائنات جو مُوَجِد، ڪل ڪائنات جو مصوّر، ڪل ڪائنات جو خالق مالڪ اڪيلو الله تعاليٰ ئي آهي ان سان ٻيو ڪو بہ شريڪ ناهي. ڪل ڪائنات جي سمورين شين جو وجود خود پاڻ الله تعاليٰ جي ذات ئي آهي. الله تعاليٰ ڪل ڪائنات جي روشني آهي. ڪل ڪائنات جو حسن جمال سندس جوڙ جنسار جو ڪمال پاڻ ئي جلال جمال آهي. ڪائنات جون ڪل صفاتي شيون جيڪي جداجدا رنگن، شڪلين، وصفن ۾ ڏسجن ٿيون سي ئي حقيقت ۾ هڪئي ذات آهن. انهن ۾ الله جي ذات سمايل آهي. الله جي ذات ڪل آهي ۽ هي سڀ صفاتي صورتون سندس جز آهن. تنهن ڪري هر شئي مالڪ حقيقيءَ جي علم ۽ روشنيءَ جي دائري اندر آهي. هر شئي ڪي هلائڻ چلائڻ وارو الله ئي آهي؛ جنهن جي حڪم ڪانسواءِ ڪو ڪک پن بہ چري نٿو. الله جي ذات لاشريڪ آهي، اڪيلي آهي، واحد آهي، ڪل شئيءَ مُحِيطُ آهي. سموري ڪائنات جي وجود اندر الله جي ذات سمايل آهي. ذات صفات هڪئي شئي آهي هڪٻئي کان جدا ناهن. هڪٻئي ۾ سمايل آهن. ان مان ثابت ٿيو تہ الله جي ذات ڪل وحدت آهي ڪائنات ان سان لاڳاپيل آهي جيڪا ساڳي ذات منجهان ظاهرٿي ڪثرت جي شڪل ۾ آيل "جز" آهي. جيڪو "ڪل" کان جدا ناهي. ڀڳت ڪبير انهيءَ ڳالھ کي جيئن ڄاتو آهي تيئن بيان ٿو ڪري:-

تيرا سائين تجھ ۾ ، جيون پهپن مانهين باس
ڪستوري ڪا مرگھ جيون ، ڦرڦرڊونڊي گهاس

سچل سرمست انهيءَ ڳالھ کي وڏيڪ چٽو ڪندي چيو آهي:
" ٻيا ڪوئي ڄاڻڻ محض گناه، هر ڪنهن صورت آپ الله "

جيئن تہ الله آدم جو راز ۽ آدم الله جو راز آهي. جنهن لاءِ صوفي بيدل فقير فرمايو:-

نهين الله ڪوئي هور، آدم نام بهانا ڪيتس
هر گهر وچ هوري ڪيلي، ويڪٽا هئي تان ويڪ

اهڙيءَ طرح ڪائنات جون ڪل صفاتي شيون الله جي حقيقي ذات جو جز آهن. جن جي جدا گانه ڪا بہ حيثيت ناهي. انهن جو اصل خدا جي ذات آهي جيڪا انهن جي اندر ۾ سمايل آهي. انهيءَ جي آڌار تي سندن وجود آهي. ان جو مثال ايئن آهي جيئن سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ڇوليون ويرون ۽ لهرون جدا جدا شڪليون اختيار ڪري ڀانت ڀانت روپ اختيار ڪن ٿيون پر جڏهن سمنڊ مانار ۾ اچي ٿو، سانت ٿئي ٿو تہ اهي لهرون گم ٿي وڃن ٿيون. سمنڊ جو پاڻي ۽ لهرون جدا بہ شيون ناهن پر ڏسڻ ۾ جدا جدا اچن ٿيون. اهڙي طرح سمنڊ "ڪل" آهي ۽لهرون "جز" آهن. لهرون پاڻيءَ جو ڏيک آهن.

جيئن بابا فريد فرمايو آهي

"هرجا عين ظهور صورت سهڻي ربّ دي"

سچل سرمست بہ وحدت الوجود جي فلسفي کي سمجهائيندي چيو آهي تہ ذات ۽ صفات کي هڪئي ڄاڻ، ڪل ۽ جز هڪئي آهن. دوئي ٻيائي رکڻ يعني هڪ شئي ۾ ٻن شين جو گمان رکڻ شرڪ آهي. يعني هڪئي شئي کي بہ جدا جدا شيون سمجهڻ غلط آهي. عبد ۽ الله رب ۽ ٻانهو وارا شڪ شبهات ختم ڪري هڪئي ذات ڄاڻ.

ڄاڻ نہ تفاوت عبد ۽ الله جو.
سوئي اندر سوئي ٻاهر، سوئي تنهنجي ڇولي
تو ۾ مون ۾ هن ۾ هرجا، سچ سچو تو ٻولي.

صوفي ميان ڪرم علي فقير بہ ساڳي ئي واٽ سان ويندي چوي ٿو:-

ٻيءَ هٽي پاڻ ۾ گم ٿي، عاشق حق ڏسن
فَاينَمَاتولوفثم وجهُ الله، پيو ڪين پسن
وَهُوَ مَعَڪُم اينَمَا ڪُنتُم، هر دم حج سندن
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

الله تعالىٰ فرمائي ٿو مان تہ توهان کي توهان جي ساهہ جي رڳن کان بہ ويجهو آهيان، مان تہ توهان جي اندر ۾ موجود آهيان، توهان نٿا ڏسو ڇا؟!

اهڙين آيتن تي ڪامل يقين رکندي فقير اها ڳالهہ ورجائي ٿو:-

وَنَحنُ ويجهو آهي، عاشق وينا دوئي کي ڏاهي
ڪرم علي آهي سر جي بازي، جيڪو اندر ۾ جهاتي پائي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليہ رحمتہ چيو آهي:

وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀُل
هو هلاچو هل، ٻِالله سندو سڄڻين

فقير ميان ڪرم علي بہ وحدت ڪثرت، ڪل ۽ جز، ذات ۽ صفات جي هيڪڙائي جو اندر ۾ مشاهدو ڪندي پنهنجي خيال جو اظهار ٿو ڪري:

سيرسپ سهي ڪري، هو ۾ هو هلن
اَلاِنسَان سِرّي وَاَنا سِرّہُ، اهڙي چال چلن
سڪ انهيءَ ۾ سنرا، جوشن منجهہ جلن
ڪٽي قلب اندرڪرم علي چوي.

فقير ميان ڪرم علي وري چويٿو:

هوهوهيئن ڪجي، جو ٻاهر بات نہ بَڪ
اَلاِنسَان سِرّي وَاَنا سِرّہُ، ساري پڙهہ سبق
فَثَم وَجَہُ الله سمجهہ تون، هرجا هادي حق
سرگهوري چئوصدق، تہ پرکي پهچين ڪرم علي چوي.

الله تعالىٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمايو آهي " ڇا توهان سمجهو ٿا تہ توهان کي بنا مقصد جي بڻايو ويو آهي ۽ توهانکي پنهنجي الله ڏي نہ موٽايو ويندو؟!
(الموء منون 115 )

هن آيت سڳوريءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته هي جيڪا ڪائنات تخليق ٿي آهي، انسان ذات، جيڪا احسن تقويم جي صورت ۾ پيدا ڪئي ويئي آهي اها ڪنهن نه ڪنهن مقصد لاءِ خلقي وئي آهي. اهڙو ڪهڙو مطلب آهي جنهن لاءِ ايڏو سارو پسارو ڪيو ويو آهي. انسان هن دنيا ۾ ڪهڙي مقصد لاءِ آيو آهي. هتي انسان ڪي ڇا ڪرڻو آهي ۽ پنهنجي زندگي پوري ڪري وري ڪيڏانهن وڃڻو آهي. انسان ڪي انهي مقصد ڪي سمجهي ان مقصد جي حاصلات لاءِ اها اهم واٽ ونڻ گهرجي جنهن ڪي الله تعاليٰ "صراط المستقيم" جي نالي سان سڏيو آهي. جڏهن اسان انهيءَ راز ڪي ڄاڻي وٺنداسين تڏهن ئي اسان ڪي پنهنجي زندگيءَ جي خواب جو تعبير سمجهه ۾ ايندو، پنهنجي زندگيءَ جي اهميت جي پروڙ پوندي. جڏهن اسان پاڻ پنهنجي حيثيت ڪي سمجهي ورتو ته پوءِ الله تعاليٰ جي ذات جي اهميت ۽ شناس پيدا ٿيندي. انهيءَ ڪري فرمايو ويو آهي:-

مَن عرف نفسَهُ فقد عَرف رَبَّهُ

"جنهن پنهنجو پاڻ ڪي سڃاتو تنهن ڄڻ ته پنهنجي ربَّ ڪي سڃاتو."

اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته جيستائين، انسان جي زندگي ۽ بقا لاءِ جيڪو ڪائناتي نظام ناهيو ويو آهي ان ڪي سمجهيو نه ويندو ۽ الله، ڪائنات ۽ انسان جي وچ ۾ جيڪو ڳانڍاپو آهي، ان ڪي ڄاتو نه ويندو تيستائين انساني زندگيءَ جي صراط المستقيم جو تصور نه ٿي سگهندو. تنهنڪري انساني زندگيءَ جو مخصوص مطلب هجڻ گهرجي جنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪِن مقرر قاعدن قانونن تي هلي، انسان پنهنجي روحاني توڙي جسماني ڪاميابي حاصل ڪري انهيءَ منزل تي پهچي جيڪا هن ڪائنات جي خالق، انسان ذات لاءِ مقرر ڪئي آهي، جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي:- "مون انسان ڪي پنهنجي فطرت تي خلقيو آهي."

ان جو مطلب ٿيو ته الله تعاليٰ جي ذات ۾ جيڪي خوبيون آهن جيڪي به منجهس نوراني خاصيتون آهن اهي انسان ۾ پڻ موجود آهن پر انسان پنهنجي گمراهي ۽ بي ڌيانيءَ سبب وِساري ڇڏيون آهن. انهن ڪي ٻيهر اجاگر

ڪري انسان کي پنهنجي روحاني ڪمال تي پهچڻو آهي. آدم سر الٰهي واري منزل تي رسڻو آهي. انسان کي اها روشني حاصل ڪرڻي آهي جيڪا نورعليٰ نور آهي. اهوئي انسان جي زندگيءَ جو مول مقصد آهي. جيئن سچل سائين اهڙي واٽ وٺڻ لاءِ اشارو ڏيندي چيو آهي:

"چوڙ گمان گدائي والا، شملا چا بڌ شاهي دا"

صوفي ميان ڪرم علي فقير بہ توحيد جي طالب کي همٿائيندي چويٿو تہ هي دنيا هڪ تڪو وهندڙ درياهہ آهي. هن جي تک تار وهڪري جي وڏي دهشت آهي پر تون ڪوبہ خوف نہ ڪر توڪل جو ترهو ساڻ ڪري درياهہ جي سير ۾ ڪاهي پئو. الله جي مدد توکي پار پهچائيندي.

توڪل جو ترهو بَڌي، پئو ڪنن ۾ ڪاهي
ڪاهي پئو ڪنن ۾، چڙهي سِرَ جو سانگو
ڏسي چوهہ چولين جو، متان مَنُ تيئي ماندو.

جيئن تہ انسان هن ڪائنات ۾ الله جو خليفو يا نائب ٿي آيو آهي، تنهنڪري منجهس بہ اهيئي خوبيون هجڻ گهرجن جيڪي مالڪ ۾ آهن. الله تعاليٰ چويٿو مون انسان کي پنهنجي صورت تي ۽ پنهنجي فطرت تي خلقيو آهي. ٻين لفظن ۾ الله تعاليٰ پاڻ ئي هي انساني جامو اختيار ڪري هن دنيا ۾ آيو آهي. جنهن کي صوفين ئي سڃاتو آهي ۽ ان راز کي ظاهر ڪيو آهي. جنهن لاءِ سچل سرمست سڌي ڪليل ڳالهہ ڪئي آهي تہ عبديت ۽ ٻانهپ وارو خيال ڇڏي ڏي تون پاڻ ئي خود اها ئي ذات آهين جنهن کي الله ٿو چوين. بيدل سائين بہ ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيندي فرمايو آهي:-

پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وٽين چو ڪاهين؟؟
بيدل بندو ناهين تون هرگز، چو ٿو ڪوڙ ڪمائين
بيدل آهيان سرالاهي، صورت سانگ بنايان.

صوفي ميان ڪرم علي فقير به ساڳي ڳالھ جي ورجاڻي ڏيندي چوي ٿو ته:

خرقا خاڪي پهرڪي آيا، ويس جوڳيان دا ڪرڪي
شاهي هويا شان تنهين دا، سانگي آيا سانگ ڪرڪي
تخت هزاري دا مالڪ هويا، ترڪ آيا سڀ ترڪي.

انسان جي اها فطري جبلت آهي ته پنهنجن ذاتي صفتن ۾ طاقتور ٿي مٿانهين ڪمال جي درجي پهچي. تنهنڪري ڪيس گهرجي ته ذات حقيقيءَ کي پنهنجو مطلوب مقصود سمجهي ۽ ذات حقيقيءَ کي ئي اصل محور سڃاڻي ان ڏانهن ئي وڌڻ گهرجي. الله تعاليٰ فرمايو آهي ته هر شئي کي فنا ٿي مون ڏانهن ورڻو آهي؛ تنهن ڪري انسان کي گهرجي ته دنيا جا سڀ وهم گمان وساري، دنيا جون موھ محبتون وساري، دنياوي حرص هوس، حسد وير وساري هڪئي سچي ذات کي پنهنجو معبود ۽ مقصود بڻائي ان جي عشق ۾ گم ٿي پنهنجي هستي هوڏ هئڻ کي ڇڏي ذات حقيقي ۾ ذات ٿي وڃي ته سدا حيات، اَمر بڻجي بقا باالله جي منزل ماڻي.

جڏهن صوفين فقيرن انهيءَ فلسفي کي سمجهي ورتو، انهيءَ عشق جي راز کي هئين سان هنڊايو ۽ انهيءَ حقيقي واٽ سان اڳتي هلي پيا ته آخر اها حقيقي منزل ماڻي سرها ٿيا، جنهن لاءِ ميان ڪرم علي فقير گواهي ڏني:

ڳولي لڌايائون پاڻ ۾، جوڳين ڪيا جاڳا
پاڻ سڃاڻي پاڻ ٿيا ، سامي سر ساڳا
جاڳا ڪري جرڪي پيا، ڏيھ پنهنجو ڏوري
ڳالهيون سڪ ۽ سور جون، اندر منجھ اوري
دين ڪفر جا ميان ڪرم علي، تڳا سڀ توڙي
سڪ سمرٽيون سوري، گر کي گڏيا ڪاپڙي

الله تعاليٰ فرمائي ٿو " مان توهان جي اندر ۾ آهيان. پوءِ توهان نٿا ڏسو ڇا؟! انهيءَ ڳالھ کي فقيرن سڃاتو. جڏهن علم اليقين جي درجي کان عينُ اليقين ڏي پهتا ته ڪين اندر جي اکين سان مشاهدو ٿيو. حق اليقين جو

درجو ماڻيائون. ذات حقيقيءَ جو ديدار ڪيائون.
فقير ڪرم علي دوئم پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي:-

ٻـــيـــي هـــٽـــي پـــاڻ ۾ گـــم تـــي، عـــاشـــق حـــق ڏســـن
فَـاَيـنَـمَـاتُـولـوافـثـم وجـهُ الله، پـيـو ڪـيـن پـسـن
وَهُـوَ مَـعَـڪُـم اَيـنَـمَـا ڪُـنـتُـم، هـر دم حـج سـنـدن
ڪـــٽـــي قـــلـــب انـــدر ڪـــرم عـــلـــي چـــوي.

حضرت صوفي روحل سائين به ساڳي ڳالهه ڪي ورجايو آهي:

پـــنـــهـــنـــجـــون اڪـــيـــون پـــاڻ ۾ جـــوڙي رکـــيـــون جـــن
ســـي ســـئـــو پـــيـــرا ســـاعـــت ۾، تـــا پـــلـــپـــل پـــريـــن پـــســـن

ٻئي پاسي صوفي مراد فقير جو آواز اچيتو:

اگـــر بـــاور نـــمـــي داري "وَفِـــي اَنـــفُـــسِ" بـــيـــا بـــنـــگـــر
ڪـــه ســـالار دِيـــن فـــرمـــود درقـــرآن مـــحـــفـــلـــهـــا.

ترجمو: جيڪڏهن توکي مون تي اعتبار نٿو اچي ته پنهنجي اندر ۾ ان کي نهار "وَفِي اَنفُسَڪُم اَفَلاَ تُبصِرُون" جو دين جي سردار، قرآن شريف جي مجلسن ۾ ايئن ٻڌايو آهي.

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيو آهي:

ســـاري رات ســـبـــحـــان جـــاڳـــي جـــن يـــاد ڪـــيـــو
ان جـــي عـــبـــدالـــلـــطـــيـــف چـــئـــي مـــٽـــيءَ لـــڌو مـــان
ڪـــوڙيـــئـــن ڪـــن ســـلام ، اچـــيـــو آڳـــهـــ ان جـــي

صوفي ميان ڪرم علي فقير چوي ٿو:-

جاڳا ڪري جرڪي پيا، ڏيل پنھنجو ڏوري
ڳالھيون سڪ ۾ سور جون، اندر منجھ اوري
دين ڪفر جا ڪرم علي، تڳا سڀ توڙي
سڪ سمرٽيون سوري، گر ڪي گڏيا ڪاپڙي.

فقير نانڪ يوسف تمام سھڻي ڳالھ ڪئي آھي:

گم ھو ڪي ويک نظارا، آپ سارا محبوب ڪي صورت ۾

فقير ميان ڪرم علي صاحب وحدانيت جي واٽ تي ھلڻ جو طريقو سمجھائيندي چويٿو:

سر ستي سراھ ۾، سڀ غير گمان وسار
ماري پنھنجي من ڪي، ڪر وحدت جو واپار
پنھنجو اتئي پاڻ ۾، ٻي پاسي ڪين نھار
دل ۾ ڪر ديدار، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سر ڏي تون پھرين سٽ، غم وھم سڀ وسار
دوست وينو تئي دل ۾، تون نيئي نيڻ نھار
لاھي مرد ميار، نانگا تي گڏ ناٿ سان.

انھيءَ ساري وھنوار کي تڪميل تي پھچائڻ لاءِ عشق ئي واحد ذريعو آھي: جنھن وسيلي انسان پنھنجيءَ منزل مقصود تي ڏو پار پھچي ٿو. عشق اھا براق آھي جنھن نبي ڪريم صلعم جن کي معراج تي رسايو. اھو عشق ئي آھي جيڪو ھن ڪائنات جي تخليق جو ڪارڻ آھي. عام چوڻي آھي تہ " العشق نارا يُحرِقُ مَا سوٰي الله. " ان جو مطلب آھي تہ عشق اھا باھ آھي جيڪا الله جي ذات ڪانسواءِ باقي سڀ شيون جلائي ڇڏي ٿي. جيئن سونارو سون کي ٻين ڌاتن کان

صاف ڪرڻ لاءِ ڪوٺاريءَ ۾ وجهي باھ تي رکيتو تہ ٻيا ڌاتو سڙي وڃن ٿا ۽ باقي خالص سون رهجي ويندو. تيئن جڏهن گڏيل سڏيل عشق ڪوٺاريءَ ۾ پويتو تہ زماني جون سڏون، غير گمان ختم ٿي وڃن ٿيون ۽ حقيقي ذات جو خالص عشق رهجي وڃي ٿو. عشق اهو حق آهي: جنهن جي اچڻ سان دل جي ڪعبي اندر موجود باطل جا بت ڀڄي ڀورا ڀورا ٿي پون ٿا ۽ شيطاني طاقتون ڀڄي وڃن ٿيون. دل الله جي ذاتي نور سان منوّر ٿي پويٿي. پوءِ انسان جي اندر مان وهم گمان، شڪ شبهات، دوئي ٻيائي، دنيا جا خام خيال، اجايا خوف خطرا ختم ٿي وڃن ٿا. پاڻ حقيقي عشق سان گڏجي اها ساڳي حقيقي ذات بڻجي پويتو. پوءِ غير جي اونداهي ختم ٿي وڃيتي الٰهي ذات جي نوراني روشني دل ۾ جاءِ والاري ٿي ۽ اها ئي روشني عاشق کي وحدانيت واري واٽ سان اڳتي اعلٰي عشق جي منزل تي پهچائي ٿي.

صوفي ميان ڪرم علي فقير انهيءَ سچي عشق جي گواهي ڏني آهي:

عشق اسان نون سونهان ڪيتا، ماريا نينهن دا نعرا هي.

سچل سائين عشق جي جام جي ڳالھ ڪئي آهي:

جنهن دل پيتا عشق دا جام، سا دل مستو مست مدام.

عاشقن عشق الاهي کي مختلف شڪلين شبهاتن ۽ ڪيفيتن ۾ ڏٺو آهي.

صوفي بيدل سائين فرمائي ٿو:

عشق امام محمد مهدي، دوئي اتيئي دجال

عشق جون مختلف وصفون بيان ڪندي چويتو:

عشق عطا الاهي هي، عشق دا طبل خدائي هي،

عشق بتاوي راھ هدايت، عشق دا اعلٰي شان،

عشق نهين ڪوئي شيخي مشائخي، عشق نهين ڪوئي چرچي بازي.

سچل سرمست عشق کي جيئن ڏٺو ايئن ٻڌائي ٿو:

عشق الله دا زورون زور، عشق هي باز اسان مرغابي،
عشق عقل کيا لڳي لڳي. عشق دي ٻاجهون ٻيا سڀ ڪوڙ.

صوفي ڪرم علي فقير ٻه عشق جي ڳالهه ڪندي فرمايو آهي:
عشق دا اعلي شان، ڪيڙيان نون ڪل نہ ڪائي.
عشق دا بار اجهل جو آيا، سو مئين چم چشمان تي چايا
عشق اسان نون آتش لائي، ڦير آڙاهه ٻليندا هي.

عشق ئي وحدت واري واٽ جو سونهون بنائي ٿو. عشق جو شان افضل آهي عام ماڻهوءَ کي ان جي قدر قيمت جي خبر ناهي. هيري جو قدر جوهري ئي ڄاڻي ٿو. ٻئي کي ان جي پروڙ نٿي پوي. عشق بجليءَ جي چمڪار وانگر آهي جيڪا ڪوهه طور کي بہ جلائي ٿي ڇڏي. عشق اها تيز تکي آتش آهي جيڪا عاشقن جي دلين ۾ درد جا دونهان دکائي دلين ۾ اوجر آڻي ٿي. هونئن بہ هيءَ ڪل ڪائنات انهيءَ عشق جو نتيجو آهي جيڪو ڪافي وقت پنهنجي ئي اندر ۾ ڳجهو رهيو. جڏهن سندس اندر ۾ عشق جاڳيو تہ آءٌ سڃاتو وڃان. اظهار ٿيان تہ پوءِ "ڪُن" جو نعرو هڻي وحدت مان ڪثرت وارو جنسار جوڙيو. اهڙيءَ طرح هن ڪائنات جي تخليق جو ڪارڻ عشق ئي بڻيو، اهو عشق ئي آهي جو ڪائنات جي هر جز ۾، هر عمل ۾ سمايل آهي. عشق کانسواءِ ڪو بہ عمل ڪامل مڪمل ناهي. عشق کانسواءِ هر ڪم اڌورو ۽ ناڪام آهي.
جيئن حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله فرمايو آهي:
سڌڙيا شراب جون ڪوهہ پچارون ڪن.

ڪنهن بہ شئي جي سَڌ ڪرڻ سان اها شئي نٿي ملي سگهي جيسين ان لاءِ سچي دل سان، اڻل ارادي سان ڪوشش نہ ڪئي وڃي تيسين اها شئي حاصل نٿي ٿئي. تنهنڪري الله تعالي جي ذات جو ديدار بغير عشق جي رهنمائي جي ملڻ محال آهي. تنهنڪري عاشقن، درويشن، فقيرن، پيرن، پيغمبرن عشق کي هڪ تيز رفتار نوراني سواري جي نالي سان بہ ياد ڪيو آهي جيڪا پل ۾

منزل تي پهچائي ٿي. عشق کي وحدانيت جي واٽ ۾ استاد، رهبر، هادي، مرشد، امام، شهباز جي نالن سان ٻه سڏيو ويو آهي ڇو ته عشق ئي آهي جو اربن کربن ملين جا پنڌ پل ۾ ڪاٽي منزل مقصود تي پهچائي ٿو. عشق ئي عبد عابد معبود، عشق عاشق معشوق، مقصود جا پرانهان پنڌ ڪاٽي پاڻ ۾ ملائي هڪ ڪري ٿو ڇڏي جيئن پروانو شمع جي شعاع ۾ ملي پاڻ شمع ٿي ٿو پوي تيئن عاشق به الله جي ذات ۾ گم ٿي پاڻ اها ئي ذات ٿي پويٿو. اها ساڳي ڳالهه فقير ميان ڪرم علي به ڪريٿو ته:

عشق آهي اسرار، دم جو ڏيان لڳايان ٿو
عشق آهي امام اسانجو، تنهن کي سيس نوايان ٿو
رهبر عشق اسانکي آٿي، برهه جو باب پڙهائي ٿو
عشق وارن جي آهي الٽي بازي، راند ڪٽن تا مرد کي غازي
عشق تو چارو چست ڏيکاري، غير اندر جو سڀ اڏاري.

پر جيئن ته هن عشق جو محور ذاتي جمال جو ڪمال آهي جنهن کي نورٌ عليٰ نور يا حسن چئجي ٿو. صفات اندر جيڪا خوبصورتي آهي اهو ذات حقيقيءَ جو حسن جمال آهي جنهن کي عشق پنهنجو مرڪزي مقام ۽ ڪماليت جي منزل بڻايو آهي. ذاتي حسن واري منزل تي پهچڻ ئي عشق جو معراج آهي. قرب ۽ ويجهڙائي جو ڪمال آهي. اهائي منزل آهي جتي عشق عاشق معشوق ملي هڪ ذات ٿين ٿا. پتنگ شمع ۽ شعلو گڏجي هڪئي شعاع ٿين ٿا. يعني اها الله جي ذات ئي آهي جنهن ۾ انسان فنا ٿي ذات ۾ ذات تي بقاءَ جو درجو ماڻي ٿو ۽ ابد تائين امر ٿي وڃي ٿو. الله تعالي جي ذات ايتري ته خوبصورت آهي جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. حسن حقيقيءَ جي پيٽ ۾نهين جهانن جي حسين شين مان ڪنهن سان به نٿي ڪري سگهجي. انهيءَ حقيقي ذاتي حسن جي جلوي جو ٿورڙو جز هن ڪائنات جي صفات ۾ مليل آهي. جنهن کي ڏسڻ سان روح حيران ٿي وڃي ٿو. ذاتي حسن جي ڪشش ڪيس ڇڪي پاڻ ۾ ملائي

ڇڏي ٿي. ذات صفات جو محور هڪئي ذات تي پوي ٿو. جيئن پونئر گل جي حسن ۽ خوشبوءَ تي مست ٿي ان تي ڦيرا ڏيندو رهي ٿو. معني ته صفاتي سونهن تي مست ٿيڻ ذاتي حسن تي عاشق ٿيڻ آهي. اهو ئي سبب آهي ته جڏهن عاشقن فقيرن، بزرگن ولين درويشن الله جي نور کي صفات ۾ محسوس ڪيو ته ان حسن تي حيران ٿي حسن جي تعريف ڪئي ۽ ان ۾ ذات کي موجود ڄاڻي انهيءَ حسن کي ذاتي عشق جو محور بڻائي ان جو طواف ڪيو، سڪ سان سجود ڪيو. الست بربڪم جو قول پورو ڪيو.صفات اندر ذات کي موجود ڄاڻندي ميان ڪرم علي فقير به حسن جي ساراهه ۾ گهڻو ڪجهه ڄاڻايو آهي جنهن مان ڪجهه مختصر سٽون پيش ڪجن ٿيون:

چوءِ طرف حسن هبڪارا، چٽ پٽ چٽيڪ ليا هي
ابرو نين ڪمانا ترڪش، جادو جوڙ بڇايا هي
منهن محراب منوّر تجليٰ، چوڏس چمڪ چمڪايا
شعلي ٿولي ڪر ڪي آندي، گهور سڄڻ دي گهايا
ڪرم علي ڪريندا عجب نظاري، عشق دا هويا رايا
حسن تئڏي سانون مار نيتا، سر عشاقان برهه باران ڪيتا
هن ابرو محراب تنهين دي، ڏينديان سجدي ورهين واليان

عاشق جڏهن حسن جي گهيري ۾ اچي ٿو، اکين جا اشارا ڪيس مست ڪن ٿا ۽ زلفن جا زنجير سندس دل کي وڪوڙي ونگ وجهن ٿا ته عاشق ويچارو حسن جي هر ادا جو اسير ٿي پويٿو ۽ حسن جي اڳيان سر بسجود ٿي سندس ساراهه ڪريٿو:

گهور نينان دي دل ڪون گهايا، ناز نينان دا نظارا ويکو
جوڙ جادوگر جادو لايا، نينهن لڳا نروار ويکو
مست ميگان تڪيان تبر تير ڪنون
زوري زلف ڪمند تئي. زنجير ڪنون
اکيان تئڏيان مار گهتينديان، ڪاليان ڪجلي واليان
اکيان دي هي جهڙپ اٽانگي، جيوين بحري باز بواليان

نيڻ ناز پرئي خيمي کوڙ ڪڙي،
لڙڻ ڪاڻ جوڏي جنگ جوڙ ڪڙي
چڙهي فوج حسن چوڏار ميان

صوفي ميان ڪرم علي فقير صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ اڪثر هنڌن تي قرآن پاڪ جون آيتون ۽ عربي مقولا يا حديثون پڻ سهڻي نموني استعمال ڪيون آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته فقير صاحب قرآن پاڪ ۽ حديثن جو چڱيءَ پر ڄاڻو هو ۽ عربي پڙهي، سمجهي سگهندو هو. اهڙن شعرن جو ڪجهه نمونو پيش ڪجي ٿو:-

فاذڪروني اذڪرڪم، سبق پڙهان ٿو ساري
لاالٰه وارو هڻ ڪڙو، من جي لاهج مَرُ
اَلانسان سِرّي وَاَنا سِرّهُ، سائي پاڙج پَر
ٿبي هٽي پاڻ ۾ گم ٿي، عاشق حق ڏِسن
فَاَينَمَاتُوَلو فثم وجههُ الله، پيو ڪين پسن
وَهُوَ مَعِڪُم اَينما ڪنتم، هر دم حج سندن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ٿبي هٽي پاڻ ۾ گم ٿيا، سي پرئٽون ڪن پچار
اهدناالصراط المستقيم، هليا پورب واري پار
ونحن اقرب ويجها ٿيا، وٺي ناهي وار
اٿن ساڻي رب ستار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

عاشق ذاتي عشق ۾، مسيت وجود جوڙين
ڪعبو قبلو ڪاپڙي، جيءَ اندر جوڙين
اِنا اعطينڪ الڪوثر، خيال تنهن ۾ کوڙين
ڏيل اندر ڏورين، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، سر سوليءَ ڏي سورن

مو تو قبل انت مُوتوا، سر گهور ڪيون گهورن

ڏک ڏيل اندر ڏورن، ٻارن سي ٻيٽي ڪيو.

صوفي ڪرم علي فقير دوئم جي شاعري صوفيانه رنگ ڍنگ جي لحاظ کان پنهنجي فن فڪر ۾ پڪي پختي آهي. فقير جي سموري شاعري جو فڪري سفر وحدت الوجود واري واٽ جو سفر آهي. فنا کان بقا جي منزل ڏانهن سفر آهي. فقير جي شاعري جو رجحان لا کان الله جي ذات ڏانهن سفر آهي. سندس شاعري ۾ تصوف جي عالمي سچائي واري روشني آهي. سندس خيالن جي شهباز جي پرواز لافاني عشق واري آفاق ڏانهن اڏام آهي. يعني عبد کان الله جي ذات ڏانهن اڏام آهي.

جيئن حضرت سچل سرمست فرمايو آهي.

” چوڙ گمان گدائي والا شملا چا ٻڌ شاهي دا. “

فقير جو ڪلام طريقت معرفت حقيقت ۽ وحدت الوجود جي روشن راهه آهي، جنهن جي وسيلي تصوف جي واڌاري جي روحاني رهبري يقيني ٿي سگهي ٿي.

قوي يقين آهي ته صوفي ميان ڪرم علي فقير دوئم جو هي ڪتاب به سندس وڏڙن بزرگن درويشن ڪنڊڙيءَ جي ڪلتارن جي ڪتابن وانگر قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو. آمين.

دعا جو طلبگار،

**خادم جلالي**

درگاهه صوفي جلال فقير ٽالپر

ٽالپر وڏا.

30جون 2017ع

# بيت جوڳين جا

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ڪن ٺڳيءَ جو واپار
منجهيل موڳا مور نہ سمجهن، لاڦون هڻن هزار
جن جا پڌرا اهڙا پار، مور نہ پسجي تن ڪي

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ڪن مانيءَ تي مارو
پيٽ پرجهڻ ڪين ڪي، ڪائن ٽا ڪارو
چڙي وحدت جو چارو، پيٽ ۾ ئي پورا ٿيا.

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، اچي مايا منجهايا
ڏڳا ڏاپن ڪين ٽا، گهٽي لالچ للچايا
نہ تہ سامي هجن سوايا، قرب وڃايائون پنهنجو.

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ڪن اٽي تي آرو
ٻيو سجهي ڪين انڌن ڪي، ڪن ڪائڻ جو وارو
چڙي الڪ جو چارو، سي پنڻ ۾ پورا ٿيا.

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ڪن مايا جو واپار
ڪوڙي ڪوڙي ميڙن مايا، ڪن نوڙي نمسڪار
جن جا پڌرا اهڙا پار، مور نہ پسجي تن ڪي.

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، تا ڪوڙ ڪمائين
سچ سڃاڻ ڪين ڪي، پيا هنر هلائين
پاڻ پڏائي پاڻ ڪي، پيا گُر ڪي لڄائين
جي رام نہ ريجهائين، مور نہ پسجي تن ڪي.

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، جن چار لڳين لائي
دغا رکي دل ۾، جن جتا وڌائي
رکن ڪوٽ اندر ۾، وير ۾ وڌائي
آهن اندا اهڙا ئي، مور نہ پسجي تن ڪي

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ناحق ڪن چيرائين
ريجهائڻ ڪارڻ لوڪ جي، پيا مالا ڦيرائين
ڇڏي واٽ وحدت واري، پيا هنر هلائين
اهڙا جي آهين، مور نہ پسجي تن ڪي

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، جن وساريو جوڳ
ڪوڙن ڪوڙ پرائيو، روڳين پاتو روڳ
جن جوڳين ڇڏيو جوڳ، مور نہ پسجي تن ڪي.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جن اندر ۾ اوريو
هٺي سير سڃيائون پاڻ ڪي، ڪٽ قلب جو ڪوريو
عام ڪان پاسي ٿيا، جن ڏيل اندر ڍوريو
سڀ کو سڪ سوريو، الک سان وڃي ايڪ ٿيا.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جي رمن روحي راهه
وتن واٽ وحدت جي، سوري ساهه پساهه
گهوري سر ۾ ساهه، وڃي الک سان ايڪ ٿيا.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، ڪن سوليءَ متي ڪاهه.
ڪٽن قدم قرب جا، بانڪا بيپراهه
پسي پروانا باهه، سي نيهي نه مڙن ڪڏهين.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جي پروانا ٿي پچن
مڙن ڪين مچ ڪان، نانگا نينهن نچن
عشق سنڌي آڙاهه ۾، مانجهي مرد مچن
پچن ۾ نچن، نوبت اندر نينهن جي

ڪرم علي جوڳي سي جوان، من ميڻ ڪيو مارن
محو رهن سي مات ۾، خون جگر ڪائن
اندر مچ مچائن، ٻاهر ٻي تي ناهه ڪا

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جي پورب پنڌ پچن
سگيون سيل سنتوک جون، وحدت وير وڇن
ماري پنهنجي من کي، تا تيرٿ تڪيا ڪن
نانگا ناٿ پسن، پلپل پنهنجو پاڻ ۾

ڪرم علي جوڳي سي جوان، سر سوليءَ ڏي سورن
مُوٺوقبل انت مُوٺو، سر گهور ڪيو گهورن
ڏک ڏيل اندر ڏورن، ٻارن سي ٻيٽي ڪيو.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جي ڪڏي اچن ڪاهي
ڇڏي ٿاهه ٺڳيءَ جا، سي لاڳاپا لاهي
سامي سر ساهي، وڃي الک سان ايڪ ٿيا.

ڪرم علي اهي ڪاپڙي، جي قلبي ڪمائين
ڪاوڙ ڪوڙ ڪروڌ ڪي، ڪن ۾ ڪپائين
ٻاري ٻاهه ٻرهه جي، مچ محبت مچائين
رام ڪي ريجهائين، پنهنجي اندر پاڻ ۾

ڪرم علي جوڳي هن جڳ جا، ٻيائي سي ٻوڙيا
ڪوڙ مڪر ڪروڌ جا، خيما جن ڪوڙيا
سي قولن جا ڪوڙا، پنڻ لئي پورا ٿيا.

ڪرم علي جوڳي سي جوان، جي سيني سور سهن
هٽي ٿٻي پاڻ ۾، لعلون لعل لهن
اندر ۾ ڳولين ٻاهر ٻولين ڪينڪي

ڪرم علي هٽي ٿٻي پاڻ ۾، ماڻڪ ميڙيائون
پيهي منجهه پاتارجي، املهه آندائون
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سان.

ساجهر ٿِيءُ سجاڳ، ننڊ ڦٽي ڪر نادان
آخر آهي تنهنجو، مٽيءَ سان گذران
وايون ويندءِ وسري، جڏهن پاڪ پڇندءِ پاڻ
ڪهڙي پريندين قادر وٽ، حامي هردي ساڻ
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جوڳين کي آهي اهو سدا، ڏکن سندو ڏاج
جوڳي جاڳي جوڳ ۾، توکل پائن تاج
موتوقبل انت موتو، سريو سندن ڪاج
ويو ويراڳين وسري، دوئي دغا جو ڏاج
سامين ڪيو ساج، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سنجهي سمهن ڪين، جهدئون ڪن جفا
چرخو چورن ڏيل ۾، ٻين ڪي ڪل نہ ڪا
سامي صاف صفا ٿيا، ماٽيئون ملڪ بقا
پي پيالا پُر ٿيا، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جوڳين کي آهي جوڳ جي، اندر منجهہ اڄ
ماري محبت ماڻ سان، من ڪيائون مڃ
ڪرم علي جهاڳي سڄ، وسئون کي ويجها ٿيا

وسئون کي ويجها ٿيا، وڇئون لاهي وير
گهري لڌائون گهٽ ۾، پريان سندو پير
ڳولي لڌائون پاڻ ۾ ويري نہ ڪو وير
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڳولي لڌائون پاڻ ۾، جوڳين ڪيا جاڳا
پاڻ سڃاڻي پاڻ ٿيا، سامي سر ساڳا
اڳهيا در الله جي ڪرم علي، سامي سڀاڳا
ڏوئي سڀ ڏاڳا، وڃي ڳر کي ڳڏيا ڪا پڙي.

جوئي هئا سو ئي تيا، ٻيون ڏنائون ٻن.
پنهنجو اندر پاڻ ۾، هادي حق لهن
ونحن اقرب ويجهڙو، پنهنجو پاڻ پسن
ٻيون ڏين ٻن، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جوڳي جوئا جوءِ جا، تيا پنڌ ۾ پورا
رکي ويتا پاڻ ۾، مڪر جا موڙا
رکن چوس چسي جي، ويسهه ويسورا
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڏسڻ ۾ سي فقير تيا، ويس ڪوڙا پائن
گهمي قري گهٽيون، سامي سڏائين
پنڻ لئي حيلا هلائين، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڪم تئين ڪين ڪي، پنڻ ڪري فقير سڏائين
دردر پنن پيٽ لئي، ڏوڙ لڳين لائين
ٻڌي چيريون پيرن ۾، دردر تا ڳائين
لچا لچ وجائين، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جي تون سچو فقير، روحي رام ريجهاءِ
ويهي اور اندر ۾، ڪنهن ڪي ڪين ٻڌاءِ
لنئون لالڻ سين لاءِ، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سامين سناسين ڪي سدا، سيني اندر سَير
پلپل پنهنجو پاڻ ۾، پيري پسن پُير
ٻيو نہ مجن ڪير، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سک سناسين من ۾، هر دم هينئڙي هور
ڏيهون ڏيهه ڏنائون، جوڳين لڳي جهور
مُوتُوقِبلِ اَنتَ مُوتُو، منزل ماڻن مور
گهوٽ ٿيا گهور، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

ٿيبي هنيائون پاڻ ۾، رهيو آر نه پار
ويا تن ڪان وسري، ڪوتا خيال ويچار
ساٿي تين ستار، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سوري سر ڏئي پنهنجو، گاروڙي ٿيا گار
غازي گڏيا گر ڪي، لاهي لوڪ ميار
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

پير پاتائون پڙ ۾، سورهيه ٿيا سجاڳ
لاهي سانگو ساهه جو، مڙيا متي ماڳ
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڪوري ڪس قلب جي ٿيا، صاف صفا سامي
الڪ لڪيائون من ۾، ويا خيال خودي خامي
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

نانگن ڪي هر دم آهي، سک اڪير ۽ اور
سدا عشق جي ست ۾، گهوٽ ٿيا سر گهور
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جاڳا ڪري جرڪي پيا، ڏيهه پنهنجي ۾ ڏوري
ڳالهيون سڪ ۽ سور جون، اندر منجهه اوري
دين ڪفر جا ڪرم علي، ٽڳا سڀ ٽوڙي
سڪ سمرٽيون سوري، گر ڪي گڏيا ڪاپڙي.

گر سان گڏيا ڪاپڙي، ڪري وجود ويسارو
لڏائون پنهنجو پاڻ ۾، چست وٺي چارو
پرَ ڪي پُنا ڪرم علي، هٽي نينهن نعرو
ٽيو سير سامِن سارو، پهتا پار پرينءَ جي.

گر ڪي گڏيا ڪاپڙي، نانگا چڏي ننگ
گنگا ۽ گرنار سان، سامن ڪهڙو سنگ
ڪرم علي چڏي دڙيون دنگ، وسئون ڪي ويجها ٿيا.

جوڳين جي جڳت جي، ڪل آهيئي ڪا نه
موتوقبل انت موتو، سورهيه ٿيا سبحان
غازي ڪٽن گوءِ ميدان، ڪرم علي پنهنجو پاڻ ۾.

جوڳي هن جهان جا، جن جو علتن سان آرو
هڪڙي مار مانين تي، پيو ڳالهين ڳتڪارو
ويچارن وجود ڪي، ڪڏهن ڏک نه ڏيکاريو
سي ڪيئن لهندا چارو، قلب اندر ڪرم علي چوي.

جوڳي سي جوان، جي خام خودي ڪائين
هٿي ڪڙو پاڻ کي، پيا قلبي ڪمائين
پنهنجي اندر پاڻ، روحي رام رجهائين.
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

نانگا ويا ناسوت کان، لاهوت ڪيائون جاءِ
ڪيا ماڳ ملڪوت ڪاپڙين، جبروت اندر جاءِ
پسي سچ سرها ٿيا، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

عاشق الست وجن، حاجي مڪي وجن
سچ پسي سرها ٿيا، هوتن ۾ طواف ڪن
الست بربڪم قالو بلي، ٻڌئون ساڻ ڪنن
هردم پاڻ ڏسن، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

عاشق سدا عشق ۾، مسيت وجود جوڙن
ڪعبو قبلو ڪاپڙي، جيءَ اندر جوڙين
اِنَّا اَعطَينٰڪَ الڪَوثر، خيال تنهن ۾ ڪوڙين
ڏيل اندر ڏورين، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جوڳي ڪيئن چئجن، جن جي ڪوڙي ڪمائي
هڪ رکن ڪوٽ اندر ۾، ٻيو منهن ۾ پائن چائي
مڪر ڪوڙ ڪروڙ جي، تن رک لڳين لائي
ٿاهي ٿاهه ٿڳيءَ جا، تن فقيري لڄائي
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

نانگا ناسوتان نکري، ماڻن ملڪوتي مڪان
لنگھيا سي لاھوت کان، ڏٺئون لقاءُ لا مڪان
ڪڻي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ملڪوتان متي ٿيا، جبروت جوڙيائون جاءِ
سور وڃي سي تت پيا، ڏينھن رات ناھي جت ڪاءِ
ڪڻي قلب اندر ڪرم علي چوي.

گنگا ۽ گرنار کان لنگھي ، ٻڌيون ڪاپڙين ڪمران
سيل ۽ سنتوک جون ھليا ساڻ ڪڻي سمران
ڪاھن ڪاھوڪاھ تا، پڇي پنڌ سي پراھان
سچ لنگھي سونھان ٿيا، سامي ان طرحان
ڪڻي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڏک ويو من موُھ ٿيا، پرت پيا جا پياسي
محبت جي ميدان ۾، تا سکن سناسي
پڇن پنڌ پورب جو، ڪوھ پڇن ڪاسي
سک سدا تن کي من ۾، ڏينھان ۽ راتي
اھي آ ڏوتي ابناسي ڪڻي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سچا سامي سي چئجن، جي سچ وسائين
ماري پنھنجي من کي وحدت ڏي ورائين
کوڙ ڪپٽ ڪروڌ کي، ڪن ڪيو ڪائين
ٻاري ٻاھ برھ جي، مچ محبت مچائين
اھا آڳ نہ اجھائين، ٻارن تا ٻيڻي ڪيون.
ڪڻي قلب اندر ڪرم علي چوي

وجهي منهن مونن ۾، الف سان اورين
هٽي صيقل سڪ جي، ڪٿ اندر جو ڪورين
چست منجهان چاھ جي، سمرٿيون سورين
پيا ڏيل اندر ڏورين، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

آيا نينهن ننگر ۾، وحدت جا واسي
جڳت تن جوڳ جي، پيا سندا پياسي
اندر اورين الڪ سان، ڏينهان ۽ راتي
سي امر ابناسي، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جي ننگ چڙي نانگا ٿيا، سي نينهن ڪيا نروار
ڪوري ڪس قلب جي، ڏٺئون صاحب جو ديدار
ماري پنهنجي من ڪي، ڪن وحدت جو واپار
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

پي پيالا پُر ٿيا، پرت سندا پياسي
الڪ لڪيائون اندر ۾، ٿيا امر ابناسي
نيهي وجي نرواڻ ٿيا، چڙي ڪعبو ۽ ڪاسي
ويون وايون تن وسري، ٿيا سنمڪ سناسي
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

جي سهي سجاڻين پاڻ، تہ پرتئون کج پچار
لعنت الله علي الڪاذبين، ڪوڙن سين آھ ڪار
رک عشق سچو الله سان دمر دم ڪر ديدار
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

صحيح سجاڻين پاڻ، تہ واحد ڪين وسار،
خام خيال ۽ خطرا، ڪل ٻارڻ ڪيو ٻار،
سور سهسائي سرتي، ڪر پرين جي پچار،
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

الف پڙهيو جن، بي تي جِي ناهي ڪاڻ
لنگهي لامڪان ڪان، پِڳي عشاقن آڻ
سامي سي سنمک تيا، ساڙي غير گمان
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سر ڏي پهرين ست، غم وهم سڀ وسار
دلبر وينو اتئي دل ۾، تون نيئي نيڻ نهار
نانگا تي گڏ نات سان، لاهي مرد ميار
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

نانگا وڃائي ننگ کي، ٻيا وهم سڀ وسار
وحدت واري درياهہ ۾، ترهو توکل تار
رک ياد الست اقرار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

نانگن کان ننگ جا، وهم سڀ ويا
اَلاِنسان سِري وَاَنا سِرّه، پنهنجو پاڻ ٿيا
هرجاءِ هادي هڪڙو، ڏسن ڪين ٻيا
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

نانگن کي نينهن جي، آهي هر دم حاج
سر ڏنائون سٽ ۾، ڇڏي زماني جا ڪاج
ٻي نہ رهي ڪا حاج، قلب اندر ڪرم علي چوي

نانگا ڪام ڪروڌ موهہ جا، ڌوئي هليا ڏاڳا
سر ڏيئي سچا ٿيا، اگهيا تن جا اوجاڳا
ساري هن سنسار جا، لاٿا لاهوتين لاڳا
سي سامي سياڳا، ڪٽي قلب اندر ڪرم چوي

انگا ڇڏي ننگ کي، پوءِ ڪيئن پڇن ڪاسي
ڪن تن ۾ تيرٿ تڪيا، اهي امر ابناسي
سير سڀ صحيح ڪري، ٿيا سنمک سناسي
ڪٽي قلب اندر ڪرم چوي

گنگا ۽ گرنار جا، ٽوڙيائون سڀ ٽڳا،
سيل ۽ سنتوک جا، ٻڌا تن سڳا،
وحدت واديءَ ۾ گم ٿي، لاٿائون لاڳا،
اهي سامي سياڳا، ڪٽي قلب اندر ڪرم چوي

ظاهر ڪيئن ڪيچن، جن اندر اٹتڻ اور،
لآ سان مهٿي من کي، ڪس قلب ڪن ڪور
روح پنهنجي ۾ اور، ڪٽي قلب اندر ڪرم چوي

لاهي سانگا سر جا ، اونهي منجهه اچن،
خيال خدائي خيال ۾، فڪر فيض وٺن،
سر سٽي سرواهه ۾، نانگا نينهن نچن،
ڪٽي قلب اندر ڪرم چوي.

سر سٽي سرواهه ۾، سڀ غير گمان وسار،
ماري پنهنجي من کي، ڪر وحدت جو واپار،
پنهنجو اٿئي پاڻ ۾، ٻي پاسي ڪين نهار،
دل ۾ ڪر ديدار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ٻي ٻولي ٻولج ڪين ڪي، ماٿ ڪيومارينس،
هو هو ڪري حق جو، رستو ڏيکارينس،
ٻيا وهم وسارينس، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

طوطا توکي پڃري ۾، ڪنهن آهي پڙهايو،
پردي اندر پڪ سان، ڪنهن سبق سيکاريو،
ٻوليون ٻولين پانتون پانت، ور ور ورايو،
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

تنهنجي پيچري ۾ طوطو، عجب تو ٻولي
تون هين تون هين چوي، چاهه منجهان چولي
اورڻ اوري اندر جا آڪار سندي اولي
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هيڪر نڪري پيچري ڪان، ڀاهرڏي تون پير
پکي پرينءَ جي پار جا، سيئي پسين سئير،
وري نہ ڏئين تون ڪڏهن، پيچري اندر پير،
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

اصل عاشقن جو آهي، سوليءَ سر سجود
ڪعبو ڪوڏيو تن جو، پنهنجي منجهہ وجود
سامي ڪن سجود، قلب اندر ڪرم علي چوي

عاشقن ڪي عيان تيو، ڏسن تا سياڳ
پنهنجي اندر پاڻ ۾ مري ڏسن تا ماڳ
راتيان ڏينهان تن ۾، اُٿن اهائي تات
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

عاشق ماري پاڻ کي، تين عشق اندر آباد
سر سٽي سرواهہ ۾، ڪن پاڻئون پاڻ آزاد
وحدت واري واٽ ۾، شوقون رهن شاد
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

جي عاشق ڪدين آهه، تہ جبل سپ جلن
رڪن سڪ سڄڻ جي، جهوريءَ منجهه جهڄن
قلب منجهه ڪڙهن، ڪٺي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سچي سڪ رڪن جي، عشق ٻڌن احرام
پاڙن سخن پنهنجا، نانگا جپن نام
قد افلح من زڪيها، ماڻن مرد انعام
ڪوڙي نہ هڻن هام، ڪٺي قلب اندر ڪرم علي چوي

رکي سر سوليءَ تي، پيالو پرت پيئن
مري ڪن مشاهدو، هو حق چون
بانڪا بيپرواهہ تي، سجهئون سور سهن
سٺي سر سرواهہ ۾، نانگا نينهن نچن
چشمي حقيقي حق مان، لعلون لعل لهن
موتو قبل انت موتو، مري مرد جيئن
ڪٺي قلب اندر ڪرم علي چوي

طالب آڻن توحيد جي، خاص خبر ڪري
هڪو حق ڏسن هيڪڙو، جيئري مرد مري
ڪٺن قدم قرب جا، ڪولي درد دري
ڪٺي قلب اندر ڪرم علي چوي

جن سک پريان جي من ۾، تيا پيا جا پياسي
محبت سندي ميدان ۾، تا سکن سناسي
پورب پچم پند پيا، کونه پچن کاسي
تيا امر ابناسي، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

پائي منهن مڙهيءَ ۾، آديسي اورين
خام خيال خوديءَ جا، قلب مان کورين
ٻاهر ڏسن کين کي، ڏيل اندر ڏورين
کٽي قلب اندر کرم علي چوي

جوڳي کن جوڳ، اهو آهي سندن ڏاج
سختيون سهن سر، تي، سرن تن جا کاج
لٿا تن جي من مان، دوئي دغا جا داج
سونهن تن تاج، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

سک تن سامين کي، جيءَ اندر ۾ جار
سر کيائون سٽ ۾، کين مڙن مٽيادار
راتيان ڏينهان تن کي، آهي تند تنوار
ڏسن دم دم پاڻ ۾، دلبر جو ديدار
تيا باغ بهار، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

هٽي ٽٻي پاڻ ۾ تون، کاهوڙي تي کوج
سير سپ صحيح کري، اکر چڏ اپوجه
سمند ساري سوجه، تہ موتي لهين مهراڻ جا
کٽي قلب اندر کرم علي چوي.

هٽي ٽٻي پاڻ ۾، ڏيل پنهنجي ۾ ڳول
ساري سڪ سبق تون، فڪر ڦرهي ڦول
اڪر اڇار الف جو، تن من اندر تول
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽٻي پاڻ ۾ گم ٿي، عاشق حق ڏسن
فَاَيْنَمَا تُوَلُّو فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰه ، ٻيو ڪين پسن
وَهُوَ مَعَكُم اَينَمَا كُنتُم، هر دم حج سندن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هٽي ٽٻي پاڻ ۾ گم ٿيا، سڀ پرتئون ڪن پچار
اِهدِنَاالصِّرَاطَ المُستَقِيمَ، هليا پورب واري پار
وَنَحنُ اَقرَب ويجها ٿيا، وٿي ناهي وار
اتن ساڻي ربّ ستار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هٽي ٽٻي پاڻ ۾ گم ٿيا، نانگا نرتئون نهارين
سر ساهه ڪيائون صدقو، ٻي وائي نہ وارين
سور سختيون سهن سر تي، وهم سڀ وسارين
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سير سڀ صحيح ڪري، هو ۾ هو هَلن
اَلاِنسَانُ سِرِي وَاَنَاسِرُّهُ، اهڙي چال چلن
سڪ انهيءَ ۾ سنرا، جوشن منجهہ جلن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سير سڀ صحيح ڪري، جهندا ڪوڙيائون
مري پهتا پنهنجي ماڳ تي، ڪل ٻيائي ٻوڙيائون
خودي خام خيال جا ٽڳا ٽوڙيائون،
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽِي ٽٻي پاڻ، ۾ هُو ۾ هو هَلن
پنهنجو پاڻ پسم ڪري، خيال خدائي ڪن
جت رات ناهي ڏينهن ڪو، اُتي سر سٽن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽٻي پاڻ ۾، چڙي ٻيا سڀ ننگ
وڃي غازي گڏيا گر ڪي، آڏوتي اڙ ٻنگ
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هٽي ٽٻي پاڻ ۾، لاهوتي لهن لعل
سر ڏنائون سٽ ۾، ڪايا مايا مال
ويا تن ڪان وسري، ڪوڙا سڀ خيال
نانگا ٿيا نهال، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هٽي ٽٻي پاڻ ۾، ڪاهيو پَوَن تا ڪاه ۾
چشمون حقيقي عشق جو، سوجهي لهن ساه ۾
پي پيالو پريم جو، چست وتن چاه ۾
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽپي پاڻ ۾، سچاتائون سير
جُنَاتٌ عَدَنٌ جا، گهٽ لڌائون گهير
گم ٿيا غازي پاڻ ۾، من جي لاهي مير
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽپي پاڻ ۾، وجود ۾ ڳولهن
سور سختيون سهي، هڪو حق ڏسن
اول ڪان آهي اهو، مرڪ ڪاپڙين
لوچي لڌائون، لعل منجهان لهرن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽپي پاڻ ۾، جت جشن ڪن
عشق سندي آهه سان، ڏور هلي اچن
اِنَّا اَعطَينٰڪَ الڪَوثَر، چشمون قلب ۾ لهن
سُرڪِي پيتئون پرت جي، نانگا نيهن نچن
صحيح پنهنجو پاڻ ۾، هردم حج ڏسن
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽپي پاڻ ۾، پيا وهم سڀ وسارين
ڪولي دري دل جي، نرتئون نهارين
پنهنجو پاڻ ۾ هڪ ٿيا، پرتئون پچارين
اناالحق اچارين، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽبي پاڻ ۾، ڏيھ ڏکن جو ڏورين
سور سختيون صحيح ڪري، نرتئون نھارين
رستو ورتئون حق جو، پرت نہ پچارين
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هٽي ٽبي پاڻ ۾، ڏيل اندر ڏورين
سير سي صحيح ڪري، سر اڏيءَ سورين
رام ريجھائن روح ۾، چاھت چنگ چورين
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سيڙ ڪن صحيح، مري ڏسن پنھنجو ماڳ
اھو مرڪ آھي ڪاپڙين، ڪليو سنڌن ياڳ
بابو بديھي ٽيا، الڪ آھي تنھنجو لاڳ
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سرڪي ورتائون سڪ جي، پيا وھم وسارين
پيالا پي پُر ٽيا، ھئي ھئي ھنجون ھارين
اندر اجاري پنھنجو، مُوتُو من مارين
ساڳي سر آھين، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سرڪي ورتائون سڪ جي، پيا وھم واريائون
خام خيال خوديءَ جا، ٻارڻ ڪري ٻاريائون
سيل سنتوڪ جا سڳا ٻڌي، نرتئون نھاريائون
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سڪ سناسين ڪي، آهي اندر ۾ اور
سر ڪيائون صدقي، تن من ڪيائون گھور
ماري تن من ڪي، وحدت ڏنائون وڙ
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

نانگا چڏي ننگ ڪي، تيا پيا جا پياسي
غازي وجي گم تيا، اهي امر ابناسي
تيا سنمڪ سناسي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

نانگن چڏيا ننگ جا، سيوئي سانگا
گلا ۽ غيبت جا، لاٿائون لانگها
اهي سامي سياڳا، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

صيقل هٽي پاڻ ڪي، ڪٽ قلب جو لاهين
چشمون حقيقي عشق جو، واهڙ ڪيو واهين
قلب اندر ڪاپڙي، قرب منجهان ڪاهين
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

پيالو آب حيات جو، پي پر تيا هٿئون ساقي
موت تن کي ڇا ڪندو جن پاتي نيئي حياتي
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

اونهو بحر الله جو، ڪو مشڪل لهي راهه
عاشقن کي اصل کان، آهي ڳالهه آگاهه
ٻي رڪن نه پرواهه، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هر دم رهن پنهنجي حال ۾، عاشق بيپرواهه
موج اندر مسرور ٿيا، ڪاهيو ڪاهن ڪاهه
ترن تڪيءَ تار ۾، سانگو چڙهي ساهه
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

بيحد بحر بقاءَ جو، ڏنو صوفين سارو سير
ساهي سِرُ سوليءَ تي، سورهيه ڪن سير
فثم وجه الله فيض سان، گم ڪيائون غير
رِيءَ ڪاهوڙين ڪوجي ڪير، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سورهيه اچن ٿا ڪاهي، سر ساهه جو سانگو لاهي
ڳاهه عشق ڳاهي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سورهيه سڪ ۾ هردم، ڏوري ڏسن ڏيهه
اونهو بحر الله جو، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

اونهو بحر الله جو، ڪو ڪو ڏسي راهه
سر سٽي سرواهه ۾، ڪن ڪاپڙي ڪي ڪاهه
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سڪ ڪاپڙين ڪي آهي، هر دم هينئڙي هور
سر گهوري ٿيا گهور، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

پيون وايون سڀ وسار، ڪر پرتئون پرين پنهنجو
راهه وٺي تون حق جو، دائم گهر ديدار
نائي نيڻ نهار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سور سڀ ويا هلي، عشق اندر آيو جن،
وحدت ۾ گم جي ٿيا، موت نه ماري تن
عاشق قدم اٿائين، جيئري مري جيئڻ
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سورهيه سر ڏيئي ٿيا، سنمک سناسي
محبت جي ميدان ۾، ٿيا پيا جا پياسي
اهي امر ابناسي، ڪٿي ڪلب اندر ڪرم علي چوي

طالب جاڳي پاڻ کي، وٺ گروءَ سندو گس
ڏک وسائج ڏيل تي، ڏور ته پوئي ڏس
رڙهج انهيءَ راهه ۾، وڃو ڪجاڻ وس
ڪوري قلب ڪس، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

طالب جاڳين پاڻ کي ته، پيج ممتا سندو ماڻ
اَلانسَان سِرّي وَاَنَاسِرّه، صحيح سڃاڻج پاڻ
وَنَحنُ اَقرَبُ ويجهڙو، اهو اٿئي اهڃاڻ
آهين ساڳي پاڻ، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

پنهنجو ئي تون پاڻ ۾، گاروڙي ٿي گار
چشمون حقيقي حق جو، ساريو وينو سار
هڻ نعرو اناالحق جو، چوَ ڪندين چوَ ڏار
ڪڻ خوديءَ جو بار، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي.

ڪڻ کوديءَ جو بار، رڙهج انهيءَ راهه
دلبر اٿي دل ۾، ڪيڏاهن ڪنڌين ڪاهه
مَرِي جِيءَ عاشق تون، سوليءَ سينو ساهه
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سوليءَ سينو جي ساهن، منصور سي چئجن
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، قدم سوايو رکن
منجهه ميدان محبت جي، سر جو سانگ نه ڪن
سورهيه سي چئجن، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سورهيه سورن سامهون، ٿا آ ڏوتي اچن
وڙهن واسينگن سان، نينهن منجهان نانگن
نوائي ڪنڌ قلب ۾، مکو منجهه ڏسن
ٿيا سرها منجهه سجن، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

هڪ ٿي اِتهين حق سان، ڪيا آسڻ ابناسين
پيا پورب سندي پار جا، پلپل پند پچن
نانگا نينهن نچن، ڪٽي ڪلب اندر ڪرم علي چوي

سامي سي سچا ٿيا، جن من پنهنجو ماريو
ڪوڙ ڪروڙ موهه جو، ڏونگر تن ڏاريو
باهه برهه ۾ بدن ڪي، ٻارڻ جيئن ٻاريو
گوندر منجهه گهاريو، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

وجهي منهن مونن ۾، آڏوتين اوريو
هٽي صيقل سچ جي، ڪٽ قلب ڪوريو
چاهت رڪن چت ۾، سمرٽيون سوريو
ڏيوَ ڍِسن ڏوريو، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

دل ڪن تا دوارڪا، ڪايا ڪن ڪاسي
مِٽي تن جي من مان، چتونَ چوراسي
پچن پنڌ پورب جو، پرت سندا پياسي
تيا امر ابناسي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سامي اڪيء نگر ۾، تيا وحدت جا واسي
جڳت وني جوڳ جي، تيا ڀِيا جا پياسي
الک لڪيائون اندر ۾، روح رتي راسي
تيا امر ابناسي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

چڏي ننگ نانگا تيا، نڪري تيا نروار
فَاَيْنَمَاتُولُوا فَثَمَّ وَجهُ الله، ڏسن صاحب چوڌار
ماري تن من کي ڪن تا. وحدت جو واپار
تيا باغ بهار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي.

سڪ سامين جي ساهه ۾، اتم اندر منجهه اُڪير
بيراڳين کي برهه جا، چاڪ اندر منجهه چير
چڏي ننگ نانگا تيا، سوجهن منجهه سرير
پايو پاڻ ڪرم علي چوي، هو هٽي هنگلاج ويا

هوهو ڪجي هِيئن، جو ٻاهر بات نہ بڪ
اَلانسَان سِرّي وَاَنا سِرّه، ساري سڪ سبق
فثم وجہ الله سمجهہ تون، هر جا هادي حق
سر گهوري چئو صدق، تہ پهچين پار ڪرم علي چوي

هو هٽي هنگلاج ويا، نانگا چڙهي ننگ
سهن سور سختيون، آ ڏوتي اڙٻنگ
ڪوڙ ڪروڙ موهہ جا، تن سامين ڇڏيا سنگ
ڏوري ڏيل اندر ۾، وجي رانول رتا رنگ
نانگا نچن نينهن ۾، سامي نات نسنگ
ڪرم علي ڪاپڙين، ڪيا تيرت تڪيا پاڻ ۾

منهن وجهي مونن ۾ جن اندر پاتي جهاتي
ڪورن ڪٿ اندر جو، هٽي لا سندي ڪاتي
راتيان ڏينهان روح ۾، ڪن ذڪر سي ذاتي
لڳي لاهوتين لقاءَ جي، چڪ اندر چاتي
ڪرم علي پرت انهن پاتي، نانگا گڏيا نات ڪي

تي سورن جي سامهون، تا آ ڏوتي اچن
ڪاهي پون تا آگ ۾، پتنگ جيئن پچن
اچن سوليءَ سامهان، سر جو سانگ نہ ڪن
محبت جي ميدان ۾، تا مانجهي مرد مچن
ڪرم علي ڪاهن ڪاپڙي، گهوري سر سندن
سُڪ نہ سڪيو سالڪن، ويا هو هو ڪندا حق ڏي

موتي لهن مهراڻ جا، جي جهڏئون ڪن جاڳيا
پاڻ وڃائي پاڻ کي ٿيا، سامي سر ساڳيا
راهه پچن ٿا حق جي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

پکي هيا پرڏيهي، ويا اڏامي پورب پار
چوٽو پاٽي تن پورو ٿيو، سڏ ٿين سرڪار
پرواز ڪيائون پيجري مان، جو اصل هو اقرار
جيڪر ويا هيڪار، مشڪل ملندا ڪرم علي چوي

بر ۾ مڙهيون بيراڳين جون، اندر مچ مچن
ٻاري ٻاهه فراق جي، روحي رمز رچن
اچي پون آڳ ۾، پتنگ روز پچن
اها سڪ سچن، ڪرم علي ريڌا وتن رام سان

سامين کي آهي سور جي، اندر منجهه اور
ماري من پسم ڪري، ڪٿي ڪري ٿو پور
سور جي سناسين جا، ڪس اندر جي ڪور
ڪرم علي گهور اگهور، تہ موتي لهين مهراڻ جا

ڪنهن سان ڪچن ڪين ڪي، جهڏئون ڪن جفا
ماري پنهنجي من کي، ٿيا سامي صاف صفا
نات ڏنائون ناانهه ۾، سامي ٿيا سچا
محبتي مرد مچيا، ڪرم علي پيهي پاڻ ۾

## بيت سسئي

آيا مائٽ مئيءَ جا، ڪري ڪامڻ گهٽي خوشي
خبر پيڙس ڪانه ڪا، ته پنهون ويندا وني
هئي اندر ۾ گهٽي سچي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڪنيائون پُنهونءَ ڪي، توڏا ڪين ترسن
لنگهي لڪ جبل جا، ڪاهيو ڪيچ وجن
موٽي شال ملن، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سسئي ستي هئي ننڊ ۾، غفلت رکي گهٽي
خبر پيڙس ڪانه ڪا، ته ويندا پنهون ڪٽي
ويو سنجهي سات ڏٽي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

جاڳي اٿي ننڊ مان، بيحد چرڪ پري،
پنهون مونڪان پري ٿيو شال تنهن سان پٽ پڙي
وري شال وري، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

جاڳي اٿي ننڊ مان، پئي ٻانهڻ ٻاڪاري
ڪڍي پار پنهونءَ لئي، هنجون پئي هاري
قول پنهنجا پاڙي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

اوڪا پنڌ پهاڙ جا، ٽيئڙس پير پٽون
چيتا چيلاٽا جبل ۾، وسن واسينگ وچون
پهچڻ ڪاڻ پنهونءَ جي، پئي وجهي وڏ وڪون
سچيون جن سڪون، سي ملنديون ڪرم علي چوي

ڏکيءَ ڪي آهي گهٽو، ڏونگر منجهه ڏر
اوڪا پنڌ پهاڙ جا، ٻاري سڄهي ٻر
ٻڌئي ڪين ڪنن سان، توڏن سندي رڙ
ڪرم علي ڏوري ڏک ڏونگر، هل تہ پهچين هوت ڪي.

آيئي ننڊ نياڳ جي، غافل ٿي تون سُتئين
ويل وئي سا گذري، اها ويل گتيئن
ٻڌي رڙ توڏن جي، چوري چو نہ اٿئين
سات سنجهي ويو نڪري، اجا اک ڪين پٽين
ڪرم علي محبت ڪين مٿين، هل تہ پهچين هوت ڪي

اٿي سنبر سسئي، ڪر ساجهر سانگ سفر
ساٿي تنهنجا سنجهي ويا، ڪري ڏير ڏمر
ڪين ٻڌءِ ڪٽڪات چو، سات سندي سرير
هِئين هندايو ڪين تو، آريءَ جو اڪر
ويهي نہ وقت وڃاءِ تون، ساجهر سنبت ڪر
ڪرم علي چوي چوري چڏ چپر، هل تہ پهچين هوت ڪي

سسئي هلي سج ۾، جت باندر بلائون
اوڪا پنڌ پهاڙ جا، ڪري هيڪل اِلاهون
ٻُڌي ٻروچ ٻاجهه سان، من اچي اوراهون
عرض ڪري ٿي الله ڪي، هٿ ٻڌي ٻانهون
وري بخت ڪرم علي چوي، تہ پهچي هڪ پل ۾.

سسئي سڪيئن ڪين ڪي، ڪا ٻاروچي ٻولي
هوت ڇڏي ويا هيڪلي، هٿ گوندر ۾ گولي
ڪنواٽن جي ڪٽڪڻ جي چو، ڳالهہ نہ تو ڳولي
ويا ڪرها قطاري رات جو، روهين منڌ رولي
هيهات هيهات لَمَا تُوئِدُون، هينئڙي ۾ هولي
ڪرم علي ڪندو سئولي، هل تہ پهچين هوت ڪي

اٿي سنبر سسئي، چوهئون چڏ چپر
اڳيئون ڏک ڏونگر جا، ٻاري سجهن ٻر
سور سختيون سج جون، وندر ڪيئي ور
آيئي نندبہ نياڳ جي، ڪيچين لڌءِ نہ ڪر
ٻڌءِ نہ ٻاروچن جي، ڪنين ڪا سرير
ڪرم علي ڏکيا اٿئي ڏونگر، هل تہ پهچين هوت ڪي

سسئي سنبر سويل ، ويهي رهہ نہ ويسلي
توکي آئي نندبہ نياڳ جي، اٿئينءَ ڪري اويل
سات سنجهي ويو نڪري، ڏنئي ڪينِ ڏير
ڪرم علي هوت هتان ويا، ڇڏي واهيري ويل
جاڳ ساجهر تون سويل، هل تہ پهچين هوت ڪي

سسئي جاڳي ننڊ مان، ٻانيڻ ٻاڪاري
پڇي پوتيدار پئي، ڍارا تي ڍاري
قول ڪوهيارو پاڙي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سسئي سنبري ڪيچ ڏي، رکي اکير گهٽي
آهي ٻاروچل مونسان، سهٽو سات ڏٽي
ايندو خاصي خبرڪٽي، قلب اندر ڪرم علي چوي

مڙي آيون سپ جيڏيون سسئي سندي گهر
ٻاندر ٻلائون گهٽيون، ٻيا ٻاري ٻجهن ٻر
ڏوہڻ ڏيان ڏر، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سسئي جاڳي ننڊ مان، پئي سجر ڪٽي پير
ڪو لکئي لوح قلم جي، پيريو اهڙو پير
هل تہ پسين هوت ڪي، وڇئون ڪيي وير
پيرائتو ڪڻ پير، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

خبر پئي مون ڪا نہ ڪا، ڪندا اهڙو هاجو ڏير
آئي ننڊ نياڳي غفلت جي، جاڳيس ڪانہ سوير
پنهون نيندا جت پاڻ سان، هو اهڙو اير نہ پير
ڏادي ڪري ويا ڏير، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هڪڙا ڏک ڏونگر جا، ٻيو ڇڏي ويم ڏير
جي مون پرکيو مامرو، هوند نہ سمهان هير
جَفُ القَلَمَ پئي پاڙيان، پاهڻ چنا هٿ پير
هلندم شال سوير، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

لڪ لانگها ڏسي جبل جا، عشق اٿايا پير
دم دم پئي دانهون ڪري، گهٽ نهاري گهير
ڪيچن قول نہ پاڙيا، ڪئي هوتن هيرا ڦير
تيا ويري ڏاگها ڏير، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

هوت ڇڏي ويا هيڪلي، نتي ساهَ سَري
پنهونءَ سندي سات جي، خبر ڪير ڪري
ڏوريندي منجهہ ڏونگرين، منهنجو ڏيل ڏري
وِهلو شال وري، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

لڳو ٻانيڻ ڪي ٻاڻ ٻروچ جو، ڪئي چاهت چڪنا چُور
وس نہ ويچاريءَ سندو، تي وجي پئي وهلور
ڪيئن پيادي پڄي پنهونءَ ڪي، ماري تنهن مذڪور
پرت پڄائي پُور، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

سسئي مڙي ڪين ڪي، ڇڏيا ڇوري ڇوهہ ڇپر
ننگ ٻاروچا آهي توتي، ڪجان نينهن نظر
جيڪو سڪ رکي سهر، سو پهچاءِ پاڻ ڪرم علي چوي

ڪو ڏمر ڏرين من ۾، اها پروڙ نه پيئي.
رحم نه پيو تن روح ۾، ويا ڏولاوا ڏيئي.
ڏونگر ڏوريان جن لئي، ويا چپر چڙهي سيئي
مام رکي ڪا من ۾، تن ساجهر سنجهيئي
پنهون نيائون پاڻ سان، ويا اوٺي اٺ نيئي
ڪرم علي پرور پت رکيئي، هل ته پهچين هوت ڪي.

سنجهي ساريئي ڪينڪي، پوءِ پهتينءَ هاڻ
چڙهي گهوٽ گهر ويو، جاتئي ڪين جاڻ
هاٿي هت هٿين گهٽا، ڪوهياري جي ڪاڻ
پائي گهگهيلوگجرو، اچي پنهون ملندو پاڻ
سمجهين ڪين ڪرم علي چوي، پاروچاٽا پاڻ
پائي پاند ڳچيءَ پاڻ، هل ته پهچين هوت ڪي

سسئي سمجهو ڪين، ويا هوت چڙهي
ستي غفلت رکي رات، ويا لانگها لڪ ڪٽي
پوءِ تي هت هٿي گهٽا، بيوس باڪ قٽي
اصلي آريءَ جام سان، محبت ڪانه مٽي
وري بخت ڪرم علي چوي، جيڪو هت ڪٽي
سڪ سچي ڪيئن هٽي ، هل ته پهچين هوت ڪي

غافل تون غفلت ڪري، ستئين ساري رات
خبر پيئي ڪانه ڪا، ڪن تي ٻاروچاڻي ٻات
ڏئي ويا ننڊ نياڳ جي، چڙهي ويا پريات
ٻڌي تو ڪين ڪنن سان، توڏن جي رڙاٿ
جاڳڻ ڪين جتن لئي، تو جنين جي تات
وري بخت ڪرم علي چوي، ووڙي لهين ولات
محبوباڻي محلات، پهچين هڪ پلڪ ۾

آيئي ننڊ نياڳ جي، غافل تون ڪيئن ستئين
لنگهي سات سنجهي ويا، پوري تون ڪين اٿيئن
ٻاروچاڻي ٻولي تون، اصل ڪين سڪين
ور وچائي پنهنجو، پئي منهن متو پٽين
ڪرم علي چوي دل مان، محبت ڪين متين
جي سچي ثابت ٿين، ته پارس اچي پاسو ڏيئي

اوڪا پنڌ پهاڙ جا، روهه ٻجهن تا راهه
سهي سور سختيون، ڪاهه ڪيو پئي ڪاهه
لڪ لانگها جبل جا، ڏونگر وڏا ڏاهه
پڙائي بخت ڪرم علي چوي ، ملئي ونڌر ۾ ڪا واهه
پائي پرت پساهه، هل ته پهچين هوت ڪي

گهمي گهٽ گهير جبلن جا، جت روهه ٻجهن راوا
پٻ پٽيون پاھڻ پيچرا، ڏکيا ڏونگر ڏولاوا
لک لانگها سوڙهيون لکيون، چگر جت چاوا
کيچي کوهيارا رات ويا، لک لنگهي لاھا
ھاڙهي ۾ ھلي ھوتن لئي، جت جانارن جاوا
مٽ مائٽ سڀ ڇڏي ويا، کونہ اوڏا سي آيا
پڙائي بخت ڪرم علي چوي، پھچائي ھڪ پلڪ ۾

سسئي سکي کين کي، سرتين کان صلاح
پنهون وٺي ويا پاڻ سان، چاڙهي منجهان چاھ
ڏک ڏولاوا ڏاکڙا، ڏونگر وڏا ڏاھ
سوچي ڪر صلاح، ڪرم علي هل تہ پهچين هوت کي

غفلت جي ننڊ ۾ ستي، جاڳي کين پريات
لنگهي سات سنجهي ويا، توڏن کيا رڙات
ننڊ مان جاڳي کين کي، آيو ڏکي تو ڏھاڳ
وري بخت ڪرم علي چوي، جاڳي من کو ڀاڳ

ساجهر تيءُ سجاڳ، ھل تہ پهچين هوت کي
ستي هئي جان سسئي، ويا سنجهي سات چڙهي
آيا ڏک ڏونگر جا، تنهنجي موهه آيا جي کهي
لکيو انگ اصل جو هو، آري ڄام سان اصلي
رکي سک سچي ڪرم علي، هل تہ پهچين هوت کي

ڏکي کي آهن ڏک گهڻا، چپ ۾ چوڏا
لڳن ڏک جيئن گهڻا، ترسن کين توڏا
کهئي پايان ماري کيچن، کيچن کي اوڏا
وري بخت کرم علي چوي، تون بانور کرين کيڏا

اتي سسئي تي سجاڳ تون ساجهر کر سعيو
سمهڻ منجهان کين ٿيو، تون ويهي وقت وڃايو
پوءِ هٽين تي هتڙا، جڏهن سات موڪلايو
جيڪي ستا پيا هيا ننڊ ۾، تن کين کمايو
پوءِ هٽنديءَ هتڙا، جڏهن ڪال سر تي آيو
کرم علي ساجهر کر سعيو، هل تہ پهچين هوت کي

ستين سور پرائيا، جي جاڳيا تنهين جس.
هوت بہ اٿئي اتهين، تون رڙهي تنهنکي رس
باري باهہ برهہ جي بدن ۾، پروانو تي پس.
دلبر بہ اٿئي اتهين، وٺ رڙهي تنهن جو گس،
عشق سندي آڙاهہ ۾ هلي، کجان وڏو وس،
انگ اڳي جو لکيو، کانهي ميٽڻ جي مس،
پنهنجو پاڻ ۾ پس قلب اندر کرم علي چوي

سسئي کي هيو سور جو، رات ڏينهان راڙو،
سنجهي سات ويو نڪري، هٿي ڏوہڻ تي ڏاڙو،
اڳيان ڏک ڏونگر جا، ڪوهہ ٻجهي ڪاڙهو،
ڪري ڪوهيارو ويو، مونسان هي مارو،
روئان تي پئي رت ڦڙا، ڳوڙهن ڳل ڳاڙو،
ملڻ جو ڪرم علي ڪندس، وس وڌو وارو
جي قسمت پڙايو، وجي ملندس ڪيچين سان.

سسئي روئي رت ۾، تي نيڻن وهائي نار،
وس ناهي منهنجو، بيوس آهيان لاچار.
ڪاهي ڪرهو ڪيچ ويو، سنجهي ئي سردار
سوڙها لڪ جبل جا، جت بدون بي شمار
ملڻ جي ڪر ڪرم علي ، آ سڪ اندر ۾ سار،
سئولي ڪر ستار، ملان پنهنجي هوت سان.

هوت آ تنهنجي هنج ۾، تون ڏورين پئي ڏونگر،
پس پرين پنهنجو پاڻ ۾، دم دم دل اندر،
لاَاِلا وارو هڻ ڪڙو، من جي لاهج مر،
اَلاِنسان سِرّي وَاَناسِرّہ، سا ئي پاڙج پر،
ڪر صحيح عشق ڪرم علي، نيهي رک نظر
جن سڃاتو پنهنجو قدر، هوت مليو تن هنج ۾

اتيئي هوت هيام، ڪيئن ويهان وساري،
جيسين جيان تيسين روئان، پانهي پاڪاري
ڦاڏڪُرُوني اڏڪُرڪُم، سبق پڙهان پئي ساري
عشق اندر ۾ آتش لائي، ماس هڏا پيو ٻاري،
اڪيون روئن رت ڦڙا، هنجو هت هاري،
سڪ ۾ ڪرم علي چوي، هل ته پهچين هوت ڪي.

سڪ رکن جي ساه ۾، سي ووڙي لهن وَر
ڪڻن قدم خوشيءَ سان، پاڙن پنهنجي پَر
ڪرم علي چڏي چپر، وجن سلهاڙيا ساٿ سان

سسئي سدا سڪ ۾، تي پانهي پاڪاري
هاڙي هوت هليا ويا، ڪرها قطاري
روئي تي رت ڦڙا، گوڙها ڳلن تان هاري،
پڇي پوتيدار تي، پئي ٻر ٻر پاڪاري،
ساري تي سڪ منجهان، ويل نه وساري
رک تون سچائي دل ۾، ته هوت ملئي هاڙهي،
سندرو ٻڌي سڪ جو، ڪرم علي ڪاهه ڪيو ڪاهي،
سور اندر جو ساري، هل ته پهچين هوت ڏي.

## بيت سهڻي

چڏي سانگو سر ساهہ جو، ڪاهي پئو تون ڪن ۾
پسي دهشت دئوردرياهہ جو، متان ڏرين تون من ۾
ڪن ڪڙڪا ڪُن ڪارونيار جا، جيئن گرجي گهور گگن ۾
موج پريو مهراڻ وهي تو، مستي موج مگن ۾
ڪرم علي رک سچي سڪ، پهچين تون هڪ پل ۾

سهڻي گهري پئي سير ۾، ستي سرجو سانگو
جت لهرون لس ليٿ وهن، هلي تارچڏي تانگهو
لهرن لوڙهي ات سهڻي جت قاصد نہ ڪانگو
ڪن ڪڙڪا ڪُن ڪارونيار جا، جت لک ناهي لانگهو
نيئي نينهن نهوڙي سهڻي، برهہ تيس بانگو
ڪرم علي سالم وجي شل سير مان، آهي عشق اٽانگو

سهڻي گهڙي سير ۾، ڪري الهہ توهار
اٿنيهين اونداهي گهٽي، پيو ڪڪر ڪارونيار
پرور پار پڄائين تون، آهيان تو آڌار
عشق آندي اوڙاهہ ۾، ساڻي تيءُ ستار
وري بخت ڪرم علي، سالم وجي شل سير مان

ڪاهي پئو ڪُنن ۾، چڙهي سر ساهه جو سانگو
ڏسي چوهه چولين جو، متان من ڪرين ماندو
سوچي سمجهه سهڻي، عشق چالئي هت آندو
گهري پئو تڪ تار ۾، چڙهي ساهه سنڌو
وري بخت ڪرم علي چوني، سالم وڃين سير مان

سهڻيءَ تي سڪ ۾، واهڙ هڪڙي وڪ
روئي روئي رت ڦڙا، جنهن چولو ڪيو چڪ
ميهر محبت سان ڏني، پريم سندي ڪا پڪ
ڪا جا پيتم سرڪ سڪ جي، چاتيءَ لڳي چڪ
ڪرم علي دل ۾ پيئي پڪ، ملندي نيٺ ميهار سان

سهڻي گهڙي پئي سير ۾، هئي توڙئون ڪا تقدير
ڏسي لهرون ليٺ مهراڻ جون، نيڻن وهائي نير
تيئم ساهه سڌير، ڪو پهچائي ڪرم علي چوي

سهڻي گهڙي سير ۾، ڪري توڪل ترهو تار
واهڙ ڪي ها ور گهٽا، لهرون لڪ هزار
عشق آرام وڃائيو، وڃي پئي منجهه پاتار
لهرون لس ليٺ وهن، ڪُنن ڪارونيار
نينهن نهوڙي نار، مڙي ڪين ڪرم علي چوي

ميهر جن کي من ۾، نہ تار ڏسن تانگهو
ڪرم علي چڏي سر ساهہ سانگو، ڪاهيو پون ڪنن ۾

پرينءَ پر سڪ مان تو ساهڙ ڪري سڏ
وروڪر ڪنڌ ورائي ڏسي، ميهڙ سندو مڏ
ميهر سان شل گڏ، هوندس ڪرم علي چوي

سڪ ميهر جي مونکي ڪيو، چوٽيءَ تائين چُور
رات ڏينهان مون من ۾، ميهر سندا پور
ڪاري رات ڪارونيار ۾، هلڻ تيم ضرور
ناهي ڪو ڪرم علي چوي، مون محبت ريءَ مذڪور
تي ميهر لئي مسرور، ملندس وچ مهراڻ ۾

سهڻي گهڙي سير ۾، جت ڪُن ڪڙڪا ڪارونيار
واهڙ کي تيا ور گهڻا، ريءَ ترهي تري ڪيئن تار
رهبر رسج تون راهہ ۾، ساهڙ جام ستار
پَسڻ ڪان ڪيئن پري رهي، جا نينهن نهوڙي نار
سر گهوري گهڙي تڪ تار ۾، ڪري الله توهار
پل ۾ پهچائج پار، ڪرم سان ڪرم علي چوي

پيلي سندي پروَسي، ڪيئن تون ترين تار
سٽ نہ جهلي سو سائر جي، جنهن جي تون آڏار
اوکي سير سمونڊ جي، جت ڪڙڪا ڪارونيار
ڪر تون توبهہ ڪرم علي چوي، پهرئين پهچين پار

سرگھوري گھري پئو گھير ۾، ڪري الله توهار
توڪل ٻڌج ترهو، تہ پھرئين پھچين پار
جي وچن ڪيا تو ساهڙ سان، پاڙج قول قرار
الله تي آڌار، پل ۾ پھچائي ڪرم علي چوي

چولين سندي چوھ ۾، ڪچو پيو ڳري
موج متي مھراڻ ۾، لڳي ڏم ڏڙي
ورلھيءَ جا واھرو، تارن منجھ تري
سڻي سڏ سھڻيءَ جا، واھر تيءَ وري
جنھن سان جيءَ جڙي، ڪڏ ڪُنن مان ڪرم علي چوي

سھڻي گھڙي سير ۾، ڏسي ساھڙ سندو سَڳُ
پيلو پڃي پورا تيو، جوڙ نہ جڙي جڳُ
مڇيون ڪيون مڙيا متان، وريو واڳن وڳ
تن من گھڻو ماندو تيو، اچ ميھر الھ لڳ
وري بخت ڦرم علي چوي، پڳھ پھچي پڳ
پار پھچي ھڪ پل ۾، ملي مرڻ ڪان اڳ

نڪا سيڻاھ نہ ترهو، نڪا تري ڄاڻي تار
ڪچو گھڙو ڪري ڪچ ۾، پئي ڪاھي ڪارونيار
تڪي سير سمونڊ جي، پئي منڊ وچي پاتار
ڪرم علي بخت ورائي وار، تہ پھچي ھڪ پل ۾

جيئن جيئن ساھ سرير ۾، تيئن تيئن ميھر من
ڪاھي پون سي ڪن ۾، سر جو سانگ نہ ڪن
ھيءُ جا موج مھراڻ جي، ڏسيو ڏيل ڏڪن
ڪرم علي وچئون ڪيئن ورن، جن ڪي ميھر من ۾

مينھون تنھن ميھار جون، ٻيلا ٻيٽ چَرن
ويھن ڪين وٿاڻ تي، نہ گھارن منجھ گھرن
تيو چرڻ چاھ جن جو، سي مينھون خوش وسن
سٽي سڏ ساھڙ جا، ٽيون ٻيلي پاس ٻُرن
ڪاريون ڪنڍيون لاڪيون، پوريون پاڻ ورن
ڪرم علي سُور سُرن، من ۾ ميھر يار جا

سھڻي گھري پئي گھير ۾، ساوڻ سندي سير
ليٽن ڪنڌن جي ھئي، توڙئون جي تقدير
پيلي پلائي سھڻي، پئي نيڻن وھائي نير
تار اچي ھن تار مان، تون داتا دستگير
والي ورائي وير، ڪڍ ڪرم علي ڪارونيارمان

اتي آڌيءَ رات جو، سھڻي ڪري سعيو
ڪاھي پئي وچ سير ۾، پيلي ڪين پڙايو
چُرڻ پرڻ سنڌن چڏيو، تار تڪي تايو
بيساھي بيوس بت ڪي، پائيندڙ ڪٽي پايو
لھرن جي تڙ پيڙ ۾، ڪو آڏو نہ آيو
ڪرم علي ٿئي بخت سوايو، پھچائي ھڪ پل ۾

پرينءَ پر پريت مان، پيو ميهر پڪاري
پيلو پچي پور ٿيو، پئي ڪامڻ ڪوڪاري
منڌ ماندي ٿي مهراڻ ۾، سڪ ساهڙ سنياري
پهچ پيغمبر پير تون، وچ تار منجهان تاري
قادر شل ڪاري ڪرم علي، پهچي هڪ پل ۾

اوکيءَ ويل درياهه ۾، لڳي لهرن جي تڙ پيڙ
چڏ سهڻي سانگو ساهه جو، اوکي آهي سير
شال بچائي بلائن ڪان اچي، داتا دستگير
والي وسيلا ولهيءَ جا، پهچ پيغمبر پير
ميٽ مدايون منهنجون، قادر ڪل تقصير
ڪرم علي ڪري مهر محمّد مير، پهچي هڪ پل ۾

توڪل جو ترهو ڪري، پئو ڪنن ۾ ڪاهي
چوليون ڏسي چرڪين متان، چڏ لاڳاپا لاهي
سانگو چڏي هل سير ۾، سينو تون ساهي
ڪرم علي قادر جي چاهي، پهچين هڪ پل ۾

پرينءَ پر پريت مان، پيو ميهر سڏ ڪري
هلان ڪِي ويهي رهان، مون ساعت ڪين سري
وري بخت شل ڪرم عليءِ چوي، ميهر سان پت پڙي
سا وچئون ڪيئن وري، ٿيو ميهر جنهن ڪي من ۾

سائر سڪائي سوڪ ڪري، داتا دستگير
ولهين سندو جو واهرو، مديني جو مير
ٻڌڻ ڪان تاري اچي، ميٽي هر تقصير
ڏيئي پانڌ پڄائي پار، لاهي لهرن جي تڙپيڙ
وري بخت ڪرم علي چوي، پهچي هڪ پل ۾

من ماندو ميهر يار لئي، پيو ساھ اندر ساري
پل هڪ پاسي ڪين رهي، منجھ گوندر گذاري
ماريو محبت مامري، پئي ڀڳڻ ٻاڪاري
ڪيئن ملجي ڪرم علي چوي، هنجون پئي هاري
والي شل واري، پهچائي هڪ پل ۾

## بيت راڻو

راڻو رنجايو آ گهڻو، مومل تنهنجي مت
ڪوڙن تنهنجن قسمن ڪان، راڻي جي ڀڳي پت
وَرُ وڃائي تون پنهنجو، ڪوڙي ڪرين مصلحت
دل پلي جنهن پڪي ڪئي، ڪين ايندو تو وٽ
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

مومل منجي ميڙ تي، ڏيو سوڊو پرچائي
آهن مون ۾ مدايون گهڻيون، ڏوهه ڏيو بخشائي
معاف ڪري من منڌ ڪي، ڪو سوڊو سرچائي
ڪام رکي جنهن ڪچ ۾، ويو رنج رکي رائي
ويندس ڊاٽي ڊول ڏي، پاند ڳچي پائي
ڏيو راڻو ورائي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

آءٌ راڻا ڪَهي ڪاڪ تي، پوي نہ لوڪ لڪا
ڪاڪ ڪاڙهي ڪاري ڪئي تنهنجي چاهه چتا
سيج پلنگ سولي ثيا، جيئن ييرا تو ڀڳا
ور ڇڏي وير وَلها، ڪر منهنجي معاف خطا
موٽي آ ميان مينڌرا، سڻ سوڊا درد ڪتا
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

راڻا تنهنجي رسڻ جا، تکا لڳا مون تير
راڻا تنهنجي رسڻ جا، پيا چاڪ اندر ۾ چير
بخش اچي مون مينڌرا، منهنجي تون تقصير
سوڍا رکي سچ سير، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

مينجن مدايون تڏهين، جڏهن پارس ڏئي پاسو
لوھ بہ مَنجي سون ٿئي، اگھجي ڪٽ ماسو،
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

# بيت ليلان چنيسر

جو مڪر ڪونروءَ من ۾، سو ليلان کو نہ لکيو
هاري هرڪي پئي هارتي، جنهن پنهنجو ور مَٽيو
سچو هيرو هٿان ڏئي، ڪوڙ ڪچ ڪٽي ورتو
مٽئي وڏي منڊ مامري، پئي پٽي منهن متو
ڪرم علي ڪيئن ڪٽي ڪنڊ متو، جا ڪانياري ڪانڊ جي

مِٽئي وڏي منڊ مامري، چوري تو چو آهه مٽيو
مَٽ نہ ڪجن ڪانڊ جا، توڙي ڪوڙو هوءَ ڪچو
خبر پوندءِ حساب جي، جڏهن پرور پاڻ پڇيو
ڪندينءَ جواب ڪهڙو، جڏهن مَلڪن ڪجهہ ڪڇيو
ڪرم علي تنهن ڪتيو، جنهن رکيو ست جهان ۾

ڪيڏو مڪر ڪونروءَ من ۾، منڊ مٽي مٽئي ڪاڻ
هاري پئي تي هٿ هٽي، موڙهي موهي پاڻ
ڪرم علي ڪونروءُ ڪن ۾، ڪئي چنيسر ڪي چاڻ

ليلان منجي ميڙ تي، چام چنيسر ڏي هاڻ
هلو مونسان ميڙ تي، ڪانڊ پرچائڻ ڪاڻ
آهيان داسي تنهنجي در جي، تون پنهنجو سگ سڃاڻ
ڍڪج عيب اوڻايون داسڙا، هي مدايون ۾ ماڻ
مڪر نہ ڄاتو ڪونرو جو، مون اياڻي اڻ ڄاڻ
ڪرم علي آهي گهٽي پيشمان ڪانياري تو ڪانڊ جي

سرتين سندي صلاح تي، ليلان هئي لڳي
ڪوءنروءَ ڪارا ويس ڪيا، ناهي ناه نڳي
بازي هاري جنهن هار پاتو، لائي ڳل ڳچي
ڪرم علي جيڪا ناه سچي، ڪانئياري سا ڪانڌ جي

ليلان حيلا ڪيا هزار، چنيسر مڃيو ڪين ڪي
ڪوڙيون وٽن نہ ڪانڌ ڪي، توڙي سهس ڪن سينگار
پڳي پت پتار جي، ويڙهيو تنهن ويچار
ڪانڌ ڪيئن مڃي قسم ڪي، ڏسي ڳچيءَ ۾ هار
اتئي ساڻي ربّ ستار، قلب اندر ڪرم علي چوي

ليلان ورتئي هار، وڪٽي ڪانڌ لڪن جو
پوءِ تي پيشمان گهڻي، ڪرين حيلا پئي هزار
ڪامڻ سمجهيو تو ڪانڌ ڪي، ڪو سودو هٿ بزار
ويهي سرتين وچ ۾، سي ڏيندءِ لوڪ ميار
توڙي ڪرين قول قرار، ڪين مڃيندءِ ڪرم علي چوي

ڪوءِ نرو ڪري جاڙ، وئي ليلان ڪان ڪسي سهاڳ
چنيسر ويو پت ڪٽي، جنهن جو لکيو جهڙو ڀاڳ
من موٽي تنهنجي ماڳ، ميٽي مدايون ڪرم علي چوي

ليلان چڌ هوڌ تون، تي سياڻي سرت سڄاڳ
ڪر عجز آزيون بندگيون، من ڪلبي تنهنجو ڀاڳ
ڪر سڏڙا داتا دستگير ڪي، من وري ورائي واڳ
ميٽي مدايون ڪرم علي چوي، اچي ساڻي تئي سهاڳ
ڪري ڀلايون ڀاڳ جو، پارس اچي پاسو ڏيئي

# بيت ماروئي

اکيون اداس اباڻن لئي، ٿيون جر وهائن جال
ڇڏن ڇيلا ڇيک سي، منهنجا مارو چارن مال
راتيان ڏينهان روح ۾، تن جي سک سنيال
ڪٽي باندي موک ڪرم علي چوي

ماروئڙن ري، منهنجي، نٽي ساهه سري
واجهائي ويڙهيچن ڪي، دل سورن ۾ سڙي
وڃان شال ملير ڏي، منهنجي پت پڙي
ڪٽي باندي موک ڪرم علي چوي

واهر تي هن ولهيءَ جو، تون داتا دستگير
ميٺ مدايون منهنجون، تون مديني جا مير
سڻ ستايل جا سڏڙا، هي دلڙي آ دلگير
هڪل ۾ اچي حاضر ٿي، هادي حيدر پير
ڪڍ بندياڻي بند مان، اڙيل هيءَ اسير
ڪٽي باندي موک ڪرم علي چوي

ماروئڙا منهنجا ملير ۾، اهڙيءَ ريت رهن
پٽ پنيهر پهرن ڪين ڪي، لويون لڳين ڪن
سرها ساڳ للر ۾ لاٽا، ڏت آ ڏاج سندن

ڪاھن ڪاج خوشيءَ سان، ٿيا پٽن پاٽا تن
واري ولر ويڙھيچا، ڇيلا ڇيڪ ڇڏن
وسڪار وسي وس ڪيا، ٿيون گلزاريون گاھن
ڪٺي باندي موڪ ڪرم علي چوي

وسرن ڪين ويڙھيچا عمر اباڻا
پيرون پچي لعل ٿيا پٽن تي پاڻا
خوش وسن تا ڏيھ ۾ ڏوٿي ڏاڏاڻا
ڪلي پيئن ڪير سي ڏوٿي ڏاڏاڻا
مونڪي سانگي سيباڻا
ڪٺي باندي موڪ ڪرم علي چوي

ڪتي اڏن ڪتي ڇڏن، پٽ پوڻا پراڻا
ولر چارن چاھ سان، منھنجا سانگي اباڻا
چارن ڦرڙا ڦوڳن ۾، پٽون جن پاڻا
وڃي ويڙھيچا وري ڏسان، ٻڪر باٻاڻا
ڪٺي باندي موڪ ڪرم علي چوي

رکي پٽ پنھوارن جي، شل پرور پاڪ ڏٺي
ڪانہ ٻڌي سي ڪڏھن ويا پنھوار ڪا ڪٺي
لکيو ٽري نہ ڪڏھن، جيڪا رب ڪي وٺي
تنھنجو شال بخت وري، ڇڏئي ڏٺي ڪٺي
ڪٺي ٻي ڏوھي موڪ ڪرم علي چوي

مارن ملڻ جي اتم اندر منجهه اڪير
ساري سنگهارن کي گهڻو، سندم ساهه سرير
دانهون درد وندي ءَ جون، سڻ داتا دستگير
رک پردو پنهوارن جو، سچا لنگهائج سير
وارئين بخت ولهي ءَ جو، معاف ڪرين تقصير
پرور تون پير، ڪٽي بي ڏوهي موڪ ڪرم علي چوي

ماروئڙن جي ملڪ تي تين، پيرون پسيون ڏت ڏونئرا
سگر ڪاچ تن سنگهارن جو، ڏارن ڏنار چيلا
عمر منهنجي ملڪ ملير جا، ناهن ماروئڙا ميرا
شل بخت ڦيري ڦيرا، ڪٽي بي ڏوهي موڪ ڪرم علي چوي

ماروئڙن جي ملڻ جون، ٽيون جهنگن ۾ جهوڪان
پڪا اڏن پنهواريون، ڪن پٽن تي اوٽان
ڪائن پنهنواريون ڪير ڪتا، خاص خوشي ءَ مان
پيئن ٽيون پنهواريون، پايو پلر جون پيچان
ڪن ولوڙا سي ويڙهيچا، پٽن تي پوڪان
ڪٽي بي ڏوهي موڪ ڪرم علي چوي

ماروئڙن سوا منهنجي، ڪا ساعت ڪانه سري
ٻڌي ڳالهيون ماروئڙن جون، پيو اندر ڏيل ڏري
ڪاوان ڪاچ ڪين ڪي، ڪائيندس سگر ساڳ سري
اتبر اڪير اندر ۾، ويندس ويڙهه وري
اُتا مينهن ملير تي، ايندا سانگي سانگ چري
ڪٽي بي ڏوهي موڪ ڪرم علي چوي

لوئي جي تون لج رکين، جن لوئي جوتون سير
مارو منهنجا تہ ملير ۾، کليو پيئن ٿا کير
پردو پنهنوارن جو رک تون، داتا دستگير
مارن ملڻ جي من ۾، عمر آھ اکير
کٽي بي ڏوهي موک کرم علي چوي

پٽن جي پر ۾، منهنجا مارو کن واڙيون
جهڳٽا جهڳن جهانگيئڙا، مال اچن چاريون
ڇيلا ڇڏن ڇيک سي، ڦرڙا ساريو سنگهاريون
ملڻ لئي ماروئڙن جا، سور وجن ساڙيون
کٽي بي ڏوهي موک کرم علي چوي

شل پريت پکن جي پاڙيان، لوئي اباڻي لال
ڏيئي پانڌ پناه جو، تون ڍکج ڍکڻ هار
سور سرجيا سانگيئڙن جا، سيني سو هزار
وسکاري وسي وس کيا، مٿان ملير چوڌار
کٽي بي ڏوهي موک کرم علي چوي

منهنجن جهانگيئڙن جون، ٿيون جهنگن ۾ جهوکان
پيئن سدا پنهنواريون، کير کٿا ٿيون موکان
چارن ٿيون پنهواريون، ڦر ڇيلا ڇڏي ڇيکان
ڏهرن پاسي ڏيرا تن جا، تر ٿوهر کن اوٺان
کٽي بي ڏوهي موک کرم علي چوي

پٽ پنهوارن جي سال، رکندو پاڻ خدا
ٻي ڏوهي آهيان بند ۾، ٿيا قابو ڪوٽ ڪڙا
مارن ميارون مارن جون، سرتين جا سور سدا
موڪل ڏي ميان سومرا، ڇڏ ٻاور تون ٻندا
ڪٽي ٻاندي موڪ ڪرم علي چوي

مارو منهنجا ملير ۾، سانگي خوش رهن
ڏٿ ڏونئرا ڏوتيئڙا، قوت پنهنجو ٿا ڪن
سينگيون سرتيون سومرا، ويڙهن منجهه وسن
سرتيون پٽي سگريون، ٿيون چاهه منجهان چاڙهن
ڪٽي ٻاندي موڪ ڪرم علي چوي

مارو منهنجا ملير ۾ ٿا، اهڙيءَ ريت رهن
پٽ پٽيهر پهرن ڪين ڪي، اهڙي چال چلن
لعل لويون لاڪيٽيون، آهي مرڪ مارو ئڙن
سرتيون سنگهارون سومرا، جن زيور زهر لڳن
اوڏن ڪتيون ڪتيرا خاصيون، واري وچاڻا ڪن
ڪٽي ٻاندي موڪ ڪرم علي چوي

سرتين سانگيئڙن جو، مونکي مرم تو ماري
جي جهانگي رهن ٿا جهنگ ۾، ڦوڳن ۾ ڦر چاري
پٽ نہ پهرن ڪڏهين، ڪٽي ٻاندي موڪ ڪرم علي چوي

هڪڙا اڏن پيا چڏن، پڪا پنهنوار پراڻا
تر توهر تين جت گهڻا، تن پٽن تيا پاڻا
سرتين ساهيڙن سرهائيون، ڦوڳ ڦلاڻا
مارو چارن مال تا، تِت ڏوتي ڏاڏاڻا
ڪٽي باندي موڪ ڪرم علي چوي

وسڪاري وسي وس ڪيا، تيا مينهن ماندڙاڻا
پلپل پون ياد مون، ڏٿ ڏوتي ڏاڏاڻا،
دم دم آهن تن جا، ترن ۾ تاڻا
مگ موٺ ۾ مڪٽيون، للر لنب لاڻا
گاهن گلزاريون ڪيون، تيا ڪرسڻ ماندڙاڻا
ڳاگيون پچي لال تيون، ڳم ڳنڌير سيباڻا
موڪل ڏي تہ مليرِ وڃان، جت آهن اباڻا
سانگين سندي سڪ جا، ميان جهورن جهوراڻا
ڪٽي باندي موڪ ڪرم علي چوي

ماروئڙن جي ملڻ جا مون، سرجيا سور سرير
روئي روئي رت ۾، نيڻن وهايم نير
راتيان ڏينهان سڪ ۾، هنجون وهن وير
ملي تن ماروئڙن سان، ڪليو پيئان ڪير
ملڪ مليرِ وسي پيو، تڏي ترن هير
قلب اندر ڪرم علي چوي، آهي اباڻن اڪير
پردو رکج پير، مون ملان ماروئڙن سان

مارن ريءَ من ماندو گهڻو، نيڻين وهن نار
ساريان ساهيڙيون ساهه ۾، ڏڻن ساڻ ڏنار
رهن سدائين روح ۾، پڪا ٿي پنهنوار
وس نه آهيان مون پنهنجي، مارو وسن ماڙ
ملڻ جي ڪرم علي چوي، سولي ڪندو ستار
لاهي لوڪ ميار، ڪٽي مل تون مارُوئڙن سان

مل تون مارُوئڙن سان، سانگي خوش وسن
سڪ سرتين ساهيڙين جا، من ۾ مچ مچن
ٻري ٻاهه فراق جي، دونهان درد دکن
ملان تن مارُوئڙن سان، پل پري ڪين رهن
هڪڙيون چڏن ٻيون اڏن، اهڙي چال چلن
ساهه ساري ڪرم علي چوي، پلپل پاڙيچن
سانگي سڪيا وسن ملندم شال مليرَ ۾

مارن سندي ملڪ تي ٿيا، پيرون پسيون ڦوڳڻ ڦلارا
خوش رهن خيال پنهنجي ۾، سڀ سانگي سوڀارا
ڳڻتيون ڳاراٽا لٽا تن جا، ٿيا مارو متارا
ملڪ مارن جو ملهار ٿيو، ڪيا سارنگ وسڪارا
جهڳٽا جهڳي جهانگيئڙا، جام پيئن جهارا
ڪرم علي منهنجا مارو موچارا، ملندا شال مليرَ ۾

مارن جي ملڻ جي من ۾، اتم اکير گھڻي
ماندي منهنجي مليرلئي، دلڙي آ دلگير گھڻي
سنگھارن لئي سکي هينئون، آءٌ باندي هت بڻي
آهيان بانداڻي بند ۾، هئي هئي هڪ جڻي
وجي ڏسان ويڙهيچا ڪرم علي، ڪندو مولا ماڙ ڪڻي
جيڪا رب ڪي وڻي، وجي ملان ماروئڙن سان

ماروئڙن جي مونکي آهي، سدا سڪ سرير
خوش وسن شل سانگيئڙا، مون ويڙهيچا ولهار
پلپل ساريان پئي سڪ ۾، سي پکا ۽ پنهنوار
قسمت قيد ڪيو ڪوٽن ۾، بيوس آهيان لاچار
نتا گذرن ڏينهن ڏکن جا، تيو روئڻ زارو زار
الله ۾ اتم آسرو، هي ڪرندا ڪوٽ قهار
صاحب لڳ ستار، ملندس تن سان ڪرم علي چوي

بيوس رهان پئي بند ۾، ڪري دم دم دل دانهون
ڪن پَون من ماروئڙن جي، اهي اندر جون آهون
وري وڃان ملڪ ملير ڏي، ڳوڙها ڳل ڳاڙيون
نيڻئون نير وهائيان، هنجون هت هاريون
ويندس ويڙهيچن ڏي، پڇي طاق تنهنجون تاڙيون
ڪرم علي چوي سي ساريون، ملان ماروئڙن سان

وسڪاري وسي وس ڪيا، ملڪ منهنجي چوڌار
گاهن گلزاريون ڪيون، ڦوڳن جهليا ڦلار
ڏوتي ڏني مون ڏينهن تيا، ڏڻ ڏٺي ۽ ڏنار
شل ميلي ماروئڙن سان، مون صاحب رب ستار
ڏسان ويڙهيچا ولهار، ڪٿي ٻانڌيءَ موڪ ڪرم علي چوي

عمر ماروئڙن جا اٿم اندر ۾ اوقات
سور سهان پئي سختيون، ڏينهان توڙي رات
لاتي سڪ سڪرات، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

عمر اباڻي پار جي، اڄ آئي خبر ڪري
توهه پنچي سڀ لال تيا، ڦوڳن ڪئي ڦري
وڃان شال وري، عمر اباڻي ڏيهه ڏي،
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

سڪ سنگهارن جي آهي، اندر منجهه اڪير
ڏوتي ڏاڏاڻا ڏور تيا، جي ڪليو پيئن ڪير
عمر ناحق ڪيوءِ نذر سان، مارو منهنجا مير
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

پکا تن پنهنوارن جا، منهنجي هنيئن منجهه هُرن
مارو هُت مليرَ ۾، جهوريءَ منجهه جهرن
سورن سينو ساڙيو، هر هر ڦٽ ڪُرن
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

عمر بانور ڇڏ تون، ڳٽتين ۾ نه ڳار
ٻيڏوهي آهيان بند ۾، ڏنارن ڪان ڏار
پلپل آهي اندر ۾، تن پنهنوارن پچار
سانگين سندي سڪ ۾، نيٽين وهن نار
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

پٽ پٽونهان ڪين وٽن تاءِ اسانجا واريءَ وچاٽا
مَرڪ منهنجن مارن جو، ٿيو پٽون ۽ پاٽا
لال لويون لاڪيٽيون، ٻيا پڪا پراٽا
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

بي ڏوهيون عمر چو بند ڪجن، جن جا سانگي ڏور رهن
ڪنهن سان سور سلن، اهي جهوراٽي منجهه جُهرن
سانگي سور سهن، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

قسمت آٽي ڪوٽ ۾، ڪنهن امر اڙايو
ٻيو عمر تنهنجن طعنن، من ماري منجهايو
اباٽن ڪيئن وساريو، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

عمر ڏسي ڪوٽ ڪچهريون، متان ڪرين بانور
ڪيئن هلنديءَ پاڻ سان، هيءَ دنيا دولت زر
اتي وايون وينديءَ وسري، تون وجي ڏس هيڪر
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

باغ باغيچا آهن سڀ ڪوڙا ۽ ڪچا
دنيا دولت زر جي، ڪانهي ات پچاءُ
وايون ويندي وسري، جت ٿيندي ۽ هر پڇا
بانور چڏ بندا، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڪٿي آئين تون ڪوه تان، عمر زور ڪري
ٻي ڏوهي رکي ٿي بند ۾، قابو قيد ڪري
انا مينهن مليرتي، پلر پٽ پري
ڏسي پورب پار ڏي، ٿي منهنجي دل ڳري
پٽ پنهنوارن سان پڙي، ڪٿي باندي موڪ ڪرم علي چوي

انا مينهن مليرتي، پلر پرجي ٿيا تار
گاهن گلزاريون ڪيون، ڦوڳن جهلي ڦلار
ساهيڙيون سارن سدا، پرتئون ڪن پچار
الله اوڏانهن وار، ڪٿي باندي موڪ ڪرم علي چوي

وسڪاري وسي وس ڪيا، ٿيا سرها اباڻا
تر توهر ڦوڳ ڦلاريا، پٽن پاسي پاڻا
اڏيا سانگين سومرا، پٽ پنهنجا پراڻا
ڪُهه تنهنجا چانور چور مان، ڪُهه ڪٽون وهاڻا
جن جا واري وچاڻا، ڪٽي باندي موڪ ڪرم علي چوي

الله ڪاتيندو ڏکيا ڏينهڙا، ملڪ وري وينداس
روئي روئي رت ۾، هي حال سارو ڪندياس
سور سيئي چونداس، ڪٿي باندي موڪ ڪرم علي چوي

هئي هئي پنهنوارن جي پار جي، ڪو آڻي خبر چار
بي ڏوهي آهيان بند ۾، بس الله جي آڌار
آهيان اڪيلي لاچار، ڪٿي باندي موڪ ڪرم علي چوي

رات ڏٺو مون خواب عمر وئي آهيان ويڙهه وري
سکين سانگيئڙن سان، منهنجي پت پڙي
لتا ڏولاوا ڏکن جا، قادر پڳي ڪڙي
ويندس مارن ريءَ مري، ڪٿي باندي موڪ ڪرم علي چوي

ڪتيا ڏکيا ڏينهڙا، ڪئي مولا مونتي ماڙ
رات ڏينهان هو جنهن کي، منهنجو هي سوال
ڪديائين ڪڙي قيد جي، ڪري پالايون پال
هادي سڻيا حال، ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڪدي بندياڻي بند مان، عمر ڏي ڇڏي
پڪا پنهنوار پٽن تي، وينا ڏور اڏي
ڏسي ڏورئون ماروئي، ڪيائون سڏ سڏي
تنهن دم مئي ماروئي، ويئي لوءِ لڏي
ڪٿي قلب اندر ڪرم علي چوي

مرڻ ماروئي جو ڏسي، ڪيائون واري وچاٽا
منجھ ڳٽتي ڳاراٽي پيا، ڪنهن جهوريءَ جهوراٽا
سور سيباٽا، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڪڍي بندياٽي بند مان، عمر ڏني ڇڏي
پري ڪان پئي ماروئي، منجهان سڪ سڏي
ڳچي لڳي ڪِرِي تنهن دم، وئي ماروئي مري
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

خبر ڏنائون ماروئي جي مائٽن کي، ماروئي وئي مري
جنهنجي ڪانءِ ڪوٽن ۾، سانگين ريءَ سري
قسمت ڪانءِ تري، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

سچي سڪ جن سيني ۾، خيال نہ رکن خام
الست بربڪم قالو بلٰي، پاڙن قول انجام
سخن سچارا سانگيئڙا، ماڻن موج مدام
دنيا سندي زندگي، دل ۾ پائن دام
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

# بيت عمر ماروئي سوال جواب

عمر کر نہ ظلم زوراوري، پسي دور مکان
جواني جوين پيڙا کين هلنديءَ ، کر تورو تر ساڻ
موٺائج ماروئي، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

جا آندم منجھ کوٽن، سا ناھ موٺائڻ کار
ڏوٿين ڏاڏاڻن ڏيھ جا، وھم سپ وسار
مارو ملک ملير جا، کين لهنديءَ سار
ويهي هت گذار، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

هت گذاريان کين کي، توڙي حيلا کرين هزار
سکيا سانگي مون متي، ماروئن کن ميار
هت ويهندس کين کي، آءٌ ويڙهيچن کان ڌار
ٻن ٻانهوٺا تنهنجا هار، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

پکو کر تون پاڪي، پل سانگين کنان ساھ
پھرج پٽ پٽيھر ماروئي، اها لوئي کٽي لاھ
مڃ هي نيک صلاح، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

کوٽين ويهندس کين کي، نکا لوئي لاهيان
پٽ پٽيھر کي باھ ڏيان، لوئي کين لڄايان
مارن مون ملان، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

ڏيائين موکل کين کي، توڙي حيلا کرين هزار
رهي پوچ تون اتهين، ٻي وائي سپ وسار
پنهنجو پاڻ کٽي مار، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

جن کي سک سچي، سي ويهي کين رهن
پُرن پريان جي پار ڏي، توڙي ڏک ڏسن
سانگي شال ملن، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

چوتو کرين نذر سان، عمر ايڏيون ارڏايون
ايندءِ موت اوچتو، کال متان کاهيون
بي ڏوهيون چو بند کرين، پرايون چايون
سڻ ويڙهيچن وايون، کٽي قلب اندر کرم علي چوي

ماروئڙن جي مونکي، اندر منجهه اکير
ساري سنگهارن کي، نيٽين وهايان نير
ڏوتيئڙا مون ڏور تيا، جي کليو پيئن کير
قرب جا کرم علي چوي، کات هئين ۾ کير
پردو رکندو پير، کٽي ملان ماروئڙن سان

رکي سر سوليءَ تي اناالحق چون
عشق سندي آڙاهه ۾، پتنگ جيئن پچن
پاڻ پيل پاوا تيا، اڏيءَ سر اچن
سٽي سر پنهنجو، وجود ۾ ڏسن
چشمو هک حق جو، مو تي مرد لهن
کٽي قلب اندر کرم علي چوي

مرڻا اڳي جي مرن پرت پکي پاڙين
جو هيا سو تيا، پيا وهم وسارين
سر هک صحيح کري، اناالله اچارين
کٽي قلب اندر کرم علي چوي

# متفرقہ بيت

دنيا دنيا سيڪو ڪهي، ٻڌ دنيا جا پار
پٽ ماري تو پيءُ کي، پاءُ پاءُ ڪان ڏار
اهڙا ٻچڙائي جا پار، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

دنيا دنيا سيڪو ڪري، پڇ دنيا ڪان پري
ڪنهن جي ساڙي ٻاهه، ڪنهنجي ويا چور ڦري
هڪڙن جي درياهه ٻوڙي، ڪنهنجي رهي زمين تري
ڪنهن سان ڪين هلي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

پير پيغمبر سڪندر جهڙا، ويا هتان لڏ هلي
خبر تن جي پئي ڪا نہ ڪا، نڪا رهي نشان ذري
ڪنهن سان ڪين پڙي، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

جو هٿ ڏيندو سو ايندو اڳيان ڪم
دمڙي نہ هلندي پاڻ سان، ليکو پڇندءِ جم
پوءِ غافل ڪائيندين غم، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڏي صاحب جي نام تي، وٺجي ڪر واپار
اڳيان پڇندءِ چا ڪيئي، ڪهڙو ڏوهہ ثواب
ڪهڙو ڏيندين جواب، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هئي هئي ڪري غافل تون، عمر وڃائين
راتيان سمهين ننڊ ۾، ڏينهان غفلت گذارين
پوءِ ڪيئن ملندءِ سائين، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

پلي ڪندءِ پڳوان هر ويلي هر دم
ڪر مسڪينن تي ڪرم، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ديا ٺينڊءِ گر جي راضي ٺينڊءِ رام اوهان ڏيو انعام
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هِت ڏيندين هُت ڪم ايندءِ
داتا جو در دان صاحب آهي سبحان
ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

چڱائي ڪر تہ چڱائي ٿئي، جڳ ۾ اٿي جس
نائي ڪنڌ قلوب ۾، پير پرينءَ جو پس
وٺ گروءَ وارو گس، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

هتان ولر جي ويا سي موٽن ڪين ڪي، ويڙهيچا ولهار
وس چلي ڪنهن جو ڪين ڪي، توڙي حيلا ڪجن هزار
ساهہ اندر آ سار، راتيان ڏينهان ڪرم علي چوي

ويا پري پرديس تي، منهنجا مارو ماڳ متي
سور سرجيا سيني ۾، محبت مچ مچي
شل روحي راند رچي، موٽي ملن ڪرم علي چوي

هتئون ويا جي موٽن ڪين وري، توڙي حيلا ڪجن لک
ميٺاڻئون ماروئڙن جي هئي مونسان پڪي پڪ
هتي رهندس ڪين ڪي، سانگي ڪندا شڪ
پاڙي وچن شل قول، ڪٽي قلب اندر ڪرم علي چوي

ڪوڙا مڪر جا ڪننا پائن، ڪشتا ڏنڊا چيريون چمڪائن
در در نچي حال وڃائن، پاڻي لڄي ٿي گر بہ لڄائن
ڪرم علي عشق ڪان ڪيائون موڙ
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

ڪوڙمڪر جي تسبيح ڦيري، هٿ منهن ٿو گهڙي گهڙي ڌوئي
اندر چشمون عشق جو آهي، تنهن ۾ دل جو وضو سنوار
ڪرم علي چوي تنهن ۾ رڪ، پنهنجي ڪوڙ
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

هڪ دم جو رڪ تون ڏيان، ساڳي سر آهين پاڻ سڃاڻ
ونحن اقرب آهي ڪرم علي چوي، حاضر هر جاءِ ڇاڻ
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

ڪٿ بادشاهہ سڏائي ڪٿي حاڪم ٿي حڪم هلائي
ڪٿي گداگر ٿو سڏائي، ڪٿ عشق حسن جون موجان ماڻي
سير ڪرڻ پنهنجو آ ڪرم علي تو ڪانسواءِ ناهي اور
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

اندر باغ اندر بهار، اندر ۾ ميرا اڪيچار
سر ڪيائو صدقو، تن من ڪيائون گهور
رات ڏينهان آهي ڪرم علي چوي، تن ڪي اور
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

ڪٿ عشق حسن جون موجان ماڻي
سير ڪرڻ پنهنجو، ڪرم علي توڪان سواءِ نہ آهي اور
ڏس زمانو آهي زور، تنهن ۾ ماڻهو چغل خور

# ڪافي روپ جوڳ، آسا

برھ وارن جو باب، عشق اسان کي اچي تو پڙھائي

عشق اسان جو اُستاد جو آھي، سٽون سورن سوئي سِکائي
باھ برھ جي تو پڙڪائي، علم عقل سڀ چڏي پڄائي

لوڪ لاڳاپا سارا لاھي، غير اندر جا ڊوھَ تو ڊاھي
سير منصوري ڏي تو ساھي، سوليءَ تي سر عشق چڙھائي

مرشد موجون عشق جون آھي، راھ تنھن سان طالب لائي
اناالله تو پاڻ چوائي، ھو ھو ھر جا ھل ھلائي

ڪرم علي عشق امام جو آھي، عشق نماز حقيقي پڙھائي
ڪعبو قبلو پاڻ ئي آھي، الانسان تو سر سڏائي

# ڪافي روپ سارنگ

تن ۾ تار لڳي مرشد جي
ننڊڙي وئي آهي ڦٽي

مَئي پي مستو مست ٿيا سي
پيتي سي جو ورهيہ وٽي

سورهيہ اڇن ٿا قربئون ڪاهي
مرد پون ٿا مڇي مڇي

سڪ سڄڻ جي آهي اندر ۾
دونهان پيا سي دُرس دُکي

سنياسي آهي سر جو سودو
پير نہ ڏي تون پوئين پٺي

فيض علي سائين فيض رسايو
ڪرم علي سر ڏنو آهي سٽي

## ڪافي روپ

پاڻ وڃائي پاڻ سڃاتم، ڳالھ الڪ جي لکندو ڪير
پنھنجو پاڻ ۾ پاتم جھاتي، ڪونہ ايئن ڪو نھاريندو ڪير
دين ڪفر ڪان آھيون نيارا، رمز رندن جي سمجھي ڪير
الٽو راھ اسانجو آھي، عشق بنان پيو لھندو ڪير
ڪرم علي آھي سر جي بازي، سوليءَ تي ڪو چڙھندو شير

## ڪافي روپ جوڳ

راھ الله جو مشڪل آھي، اتي اچن تا عاشق ڪاھي
خوف ۽ خطرا آھن تنھن ۾، سورھيہ اچن تا قدم وڌائي
اناالحق تو نعرو ھٽي جو، تنھنڪي چاڙھن سوليءَ ڦاھي
ونحن اقرب ويجھو آھي، عاشق وينا دوئي ڪي ڊاھي
ڪرم علي آھي سر جي بازي، جيڪو اندر ۾ جھاتي پائي

# ڪافي روپ جوڳ

جوش جدائي تو ماري، ڪير نه تو کو سرچائي

محب جڏهن جو موڪلايو، دردن دل ۾ دود دکايو
ورهه وڇوڙي واءُ ورايو، سورن وڌو هي ساهه ساڙائي

لک تنهنجا پال پلايون پانيان، ڳالهيون ڳڻ پيو تنهنجون ڳايان
پلپل تنهنجا پند پچايان، دلڙي ور ور پئي واجهائي

نينهن نوان نِت ناز ڏيکاري، جوشن ۾ پئي جندڙي گهاري
ساهه سڄڻ پيو توکي ساري، پل ۾ پيارا وچ پرچائي

ڪرم علي تئي باغ بهاري، ڏي ڪا دلبر تون دلداري
جان جڏي آ سورن ساڙي، واڳ وصل آ يار ورائي

# ڪافي روپ جوڳ

خبر ناهي پئي ننڍڙي سن ۾، عمر وئي گذري ڳالهين ۾

ننڍپڻ ۾ ڪين ڪيم، رانديون ڪندي وقت ويم
تنهن ۾ سمجهه ڪانہ پيم، عمر وئي هي صغيريءَ ۾

هئي هئي ڪندي عمر وئي، ڪل مونکي ڪانہ پئي
عمر اجائي سڀ وڃائي، آيس هاڻي اخيريءَ ۾

اڄن جي لڄ اڇي رک تون، پرين پاڻ سان گڏ تون
سگهو سڻ سڏ تون منهنجا، عمر آئي اسيري ۾

ڪرم علي جي پت رک تون، پنهنجو پاڻ اڇي پس تون
ڪارن مان اڇا تيئڙا، آهيان پرتل توکي پيريءَ ۾

# کافي روپ جوڳ

دکي دلڙي کري ٿي دانهون
سٽي من کو منهنجون آهون

ڏجان پيغام ادا ڙي پانڌي
آهي دلڙي تو لئي ماندي
کوٽن ۾ آءُ آهيان باندي
اچي من کو اوڏاهون

بيو پيغام ڏجان هي ساري
ڳوڙها ڳلن تان هيکر ڳاڙي
نير اکين مان هر هر هاري
روز ڏسان تي پيئي راهون

ٽيون پيغام ڏي قربئون کاهي
توريءَ منهنجو هٿ کجهه ناهي
ويهان کيئن توکي وساري
سور وجن تا دلڙي ساڙيون

کرم علي هي دلڙي ساري
ڏکيا ڏينهڙا ويني گهاري
دردن وڏي آ دلڙي ساڙي
پيا ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيون

## ڪافي روپ جوڳ

ڏسي هن خواب ڪي، نيڻن ننڊ وساري

ڏسي صورت تون ساري، دردن هي دل آهي ماري
برهه اچي ٻارڻ ٻاري، سک آرام ننڊ وڃائي

هيءَ عمر آ ڪوڙي بازي، متان تون ٿئي تو ۾ راضي
گوءِ ڪٽي مرد ڪو غازي، من پنهنجي ۾ ويچاري

جاڳي ڏس تون پنهنجو جاني، متان تون ٿئين حيراني
سمجهه صورت ساڳي سلطاني، محبت مچ مچائي

ڪرم علي کي سمجهايو، آهي عشق آرام وڃايو
ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيو، نيڻين نير وهائي

## ڪافي روپ جوڳ

ساميئڙن سان منهنجي آهي دل گهٽي
آهي دل گهٽي، محبت تن وٽي

ڏک ڏولاوا ڏيئي دل کي، عاشق بر ۾ تا اورن
پاين برهي ڪٽي

سور سختيون ڏسي سوين پل پل پور پون
ڪين پاين تا جٽي.

ڪرم علي ڪاه ڪيو تا ڪاهن سر سوليءَ تي عاشق ساهن
گيت انا الحق رب کي ٻٽي

## ڪافي روپ جوڳ

سورن ساڻ آ منهنجي اور، سنگت مني ساميئڙن جي

حال اندر جو ڪنهن سان اوريان، ڪير سٽي کو وره وائي
عشق جي آڳ لڳائڻ جي.

ڏک ڏولاوا اندر ۾ آهن، سلجي ڪنهن سان حال
خون جگر جي ڪائڻ جي

ڪرم علي آهي سر جي بازي، گوءِ ڪٽن تا مرد کي غازي
سوليءَ تي قدم اُنائڻ جي

# ڪافي روپ جوڳ

عشق آهي اسرار، دم جو ڏيان لڳايان ٿو
دم جو ڏيان لڳايان ٿو، گيت انا الحق ڳايان ٿو

پنهنجو پاڻ ۾ پاتم جهاتي، لا جي هٿ ڪري ڪاتي
ڪري مجوسيءَ تي مارو يار، ماري من مڃايان ٿو

بيک بيراڳي بسمي لاتم، وهم دوئي جا سڀ اڏاريم
نينهن ڪري نروار، تن ۾ تيرٿ نايان ٿو

خيال خدائي خاصو چاتم، صحيح ڪري سو پاڻ سڃاتم
اچي ٿيم اظهار يار، چرخو چست چلايان ٿو

ڪرم علي سر جو سانگو لاهي، ڪاف ڪشالا تن کي چاهي
چوڪند ۾ چوڏار، هوڪو حق هلايان ٿو

# ڪافي روپ جوڳ

عشق آهي اسرار، دم جو ڏيان لڳايان ٿو
دم جو ڏيان لڳايان ٿو، گيت اناالحق ڳايان ٿو

دين ڪفر جا ٽڳڙا ٽوڙيم، وهم دوئي جو سڀ ٻاريم
ڪعبو قبلو پاڻ ۾ ڄاتم، تن ۾ تيرٿ نايان ٿو

مسجد منبر پاڻ ئي آهيان، مندر مورتون پير نہ پايان
عشق آهي امام اسان جو، تنهن کي سيس نوايان ٿو

رهبر عشق اسانکي آٽي، برهہ جو باب پڙهائي ٿو
اناالحق جو هوڪو ڦيري، شاهي طبل وڄايان ٿو

اَلاِنسان سِري وَاَناسِرَّه، مرشد راهہ ٻتائي ٿو
ڪرم علي سر صحيح سڃاتم، ذاتي ذات ملايان ٿو

## ڪافي روپ

عشق سچي دل سان لڳائڻ چڱو آ
لڳائڻ چڱو آ نيهن نڀائڻ چڱو آ

سور سختيون سهي سر تي
سر جو سانگ نہ ڪرڻو آ

ڏک ڏاڪڙا ڏسي ارڏايون
پير نہ پوئتي ورڻو آ

پير پريت جو پائي پڙ ۾
عشق جي چاڙهي چڙهڻو آ

ڪرم علي ڌيان الله جو هردم
دم دم دل ۾ ڌرڻو آ

# ڪافي روپ جوڳ

عشق ڪري اظهار، پنهنجو پاڻ پچايان تو
پنهنجو پاڻ پچايان تو، مر جي رام ريجهايان تو

گنگا جمنا هليا مٿائي، تن ۾ تيرت جو ڪو نائي
عشق ڪري اظهار، گيت اناالحق ڳايان تو

عشق چارو چست ڏيکاري، غير اندر جو سڀ اڏاري
نينهن ڪيو نروار، هوڪو هر جاءِ هلايان تو

جاڳي جارون يار سڄاتم، پير پڙهيو عشق جي پاتم
لاڳاپا سڀ لاهي يار، سوليءَ سر چڙهايان تو

ڪرم علي آهي پنڌ اٽانگو، ڇڏتون لاهي سر جو سانگو
درس ڏنم ديدار، اَلاِنسَان الايان تو

# ڪافي روپ جوڳ

عشق وارن جي آهي الٽي بازي
راند ڪٽن ٿا مرد ڪي غازي

چئوپڙ شطرنج راند ڪيائون
ڳوٽ جا حق جي سا نِرڪيائون
عشق اندر ٿيا عاشق راضي

عارف بازي راند ڪيائون
اناالحق جو نعرو هنيائون
شور مچائي مفتي قاضي

غير اندر جو دور ڪيائون
خيال خدا جو راهه ورتائون
عشق ڪيڏي ٿو برهه جي بازي

ڪرم علي ناهي حق ۾ چارو
نوري ڏس تون پنهنجو نظارو
سڪ برهه جي اندر بي نيازي

## ڪافي روپ جوڳ

عشق جو آهي پنڌ اٽانگو، ماريو نينهن جو نعرو يار
سوليءَ تي منصور چڙهايو، گيت اناالحق ڳايو يار
ملان مامر ڪين پروڙي، شريعت ڏي تنهن ڪاهيو يار
اَلانسان سِري وَاَناَ سِرّه، پاڻ الله فرمايو يار
وَنحنُ اَقرَب ويجهو آهي، منجهه قرآن ڪهايو يار
ڪرم علي آهي سر جي بازي، اَلاِنسَان الايو يار

## ڪافي روپ جوڳ

ڪعبو قبلو پاڻ ۾ آهي، ڪنهن کي سيس نوايان تو
چار ملائڪ چوڏنهن پيرا، چوڙ چاڙهي ڪيڏايان تو
آدمر هوا جو جمر سنيران، هت سان مان پرٽايان تو
رنا هئا سي مون ئي ملايا، بازي برهه بنايان تو
بيد قرآن ڪان اڳي هئا سي، اَلاِنسَان الايان تو
هڪ حق پاڪ اڪيلو هو، ڪرمر علي راند ڪرايان تو

# ڪافي روپ پيروي

لڪيو اھڙو ئي آھي، ٽرڻ جو ئي ناھي
ھزارين شاھ بادشاھ، ڇڏي ٿو ڀلائي

جيڪو جنھن جو مقدر بڻيو آھي
ڪاٽي وجي ٿو سڀ ڪو، پنھنجي ٽوڙ نڀائي

آدم حوا کي اصل وڏو ھو ڀول ڀُلائي
اڄڪلھ جو ناھي، روز اول کان آھي

لڪو ڪيان ڪھڙو، ڳڻڻ جو ئي ناھي
سڀڪو ويو ھتڙي، پنھنجو وارو وڄائي

ڪرم علي جي دل وڏي آ دردن ڍڪائي
ٻيو ڇوي ڪنھن کي، دل جي دل ۾ آھي

## ڪافي روپ آسا

مون ۾ عيب هزار، ڏکين تون ڏکڻ هار
تو ڏاران منهنجو ڪونهي وسيلو وصل جا آڌار
صبح شام پرتل آهيان توکي، صوفين جا سردار
ننگ نماڻيءَ جو تو تي آهي، تنهنجو نام ڏاتار
ڪرم علي جهڙا لکين سوالي، دلئون ڪين وسار

## ڪافي روپ آسا

سڄڻ تون سردار، ننگ نماڻيءَ جو تو تي آهي

تنهنجي ڪارڻ ڦالان پايان، واڻون ويني روز نهاريان
تن من لڳڙي تار، دل اداسي تو لئي آهي

راتيان ڏينهان آرام جو ناهي، سک ڪيو ماندو آهي
جر وهاير جال، سوز سيني ۾ سمايو آهي

ڪرم علي اصلي تنهنجو آهي، درشن پنهنجو ڏيکار
صبح توڙي شام، تون اسان جي واهر آهين

## ڪافي روپ بروو

ناهي سلڻ جو سور، آءُ تہ پرين توکي سارو سڻايان

دردن دلڙي ڪئي آ ماندي، ناهي هڪڙو پل بہ واندي
برهہ ڪئي آهيان پرپور

سڪ سڄڻ جي آهي اندر ۾ جهڄڻ جهوري آهي جيءَ ۾
پل پل پون تا پور

ناز اوهان جي وڏو نهوڙي، جيءَ منهنجي کي وڏو آ جهوري
چشمن ڪيو چڪچور

ڪرم علي فقير جي دلڙي اداسي، آهي پرت پريم جي پياسي
گهائي تنهنجي گهور

# کافي روپ پيروي

نصيحت ٿو ڪيان توکي، سمجهه تون دل لائي
چار ڏينهن جوين جا، ڪلا چو ٿو ڪائي

جيڪو مجي ٿو، ڪين ڪي خطا ٿو ڪائي
عقل انهيءَ جو پنهنجو سر ٿو ودائي

نادان ڪي چوڻ اجايو آهي جنهن مجيو ئي ناهي
جو مجي نہ ٿو ڪڏهن، سو تر جو گٿل آهي

تڏهن ٿو سمجهي جڏهن اجل سرتي آهي
هيڪر اهو پنهنجو سر ٿو وڃائي

ڪرم علي چَوئي سچ ٿو، هي رندي سخن آهي
خبر پوندي تڏهن، جڏهن موت آيو سر. ڪاهي

# ڪافي روپ

وڏو خيال زلف جي دام مونکي
وسريو سک سمهڻ آرام مونکي

چشمن واري چال ڏسي، پئي دلڙي دلبر يار ڦسي
ماريو محبت واري مام مونکي

برھ جو بادل برسڻ آيو، انا الحق جو نعرو ماريو
پرت پياريو آ جام مونکي

باھ برھ جي آتش لائي، وسري وئي ٻي سڀ وائي
آھي سورن جو ماتام مونکي

ڪرم علي پنھنجو پاڻ سڃاڻي، غير اندر جو سڀ اڏائي
ھو ھو جي آ ھام مونکي

# ڪافي روپ جوڳ

اندر ۾ تم سار، مونکي تن ماروئڙن جي

مارو منهنجا ڏور وسن ٿا، خوش وسن پنهوار
آءٌ اداسڻ آهيان انهن جي، جت وسن ولهار

سانگيئڙن جي آ سار ميان، جيئڻ پانئيان جنجار
ماروئڙن جي سڪ سدائين، روئي وهايم نار

مارو مونکا مور نہ وسرن، لهندا نيٺ سنيار
ڪرم علي شل ملان مارن سان، موليٰ ورائي وار

# ڪافي روپ جوڳ

دردن وڌي آ دل ساڙي، دم دم دلڙي پئي ٿي پڪاري

ياد ڪيون پئي ڦاران پايان، ڏينهن ڏکيا پئي گهايل گهاري
گوندر ۾ ٿي گذاريان، پرت پرين شل پنهنجي پاڙي

دلڙي لٽي ويو دلبر جاني، قرب ٻاري ڪا هٽي ويو ڪاني
حيرت منجهه آهيان حيراني، سورن وڌو آ ساڙي

اکيون روئن راتيان ڏينهان، سور اچي ڏين لوهان لوهان
درد ڏکايا دل ۾ دونهان، پرت وچان شل پاڙي پاڙي

ڪرم علي سان ڪري ويو ڏاڙو، ڏئي چشمن جون چقمق چالون
ڏسان نرمل نور نرالو، قتيل دلڙي ٿي ٻاڪاري

## ڪافي روپ جوڳ

ڏسان مارو شال سندا، سڪ سانگين جي آهي سدا

ڏيج سنيهو ساري الا، نام الله جي پانڌي ادا

هيڏا منهنجا حال ٿيا، جهانگين ڪان ٿي آهيان جدا

ڏوٿي ڏٿي مون ڏينهن ٿيا، مارو ميلي شال خدا

ڪرم علي آهي اڪير گهڻي، باور چڏ تون عمر ادا

## ڪافي روپ جوڳ

مارن ساڻ ميلو ڪندو، منهنجو پاڻ خدا
ڪندو منهنجو پاڻ خدا، موٽي شال ملندا

لال ليارون يوڳ ڦلاريا پٽن ٿوهر پَڪا
هُت سانگي سارن ٿا، هِت مونکي پور پيا پوندا

قيد ڪري تو هِت آندي، بيوس آهيان مان باندي
ڪڏ ڪوٽن مان باندي، بانور چڏ تون بندا

اڄ نه عمر پٽ پٽيهر، پهريندس مون ڪين مُدا
لوئي ڪين لڄايان، مونکي مهڻا ڏيندا مارو سدا

چوي ڪرم علي فقير، جهانگيئڙن جي جهوري آ
ويڙهه وري شال وڃان، مڪڻ مهيون پيان ٿڌا

# ڪافي

ڏوٽي ڏٿي ڪي ڏينهن ٿيا
هيٺا منهنجا هت حال ٿيا

سڪ سانگين جي سمهڻ نہ ڏئي ٿي
دم دم دل ۾ وڌ وڃجهي ٿي
ڪوٽ ڪڙا مون ڪال ٿيا

مڪٽيون مانڌاٽيون، ليُون ۽ لاٽا
سانگي منهنجي ساهہ سيباٽا
سڪندي ڪيئي سال ٿيا

ويڙهيچن جا ڳڻ پئي ڳايان
سور سانگين جا سيني لايان
پلپل ياد پڪا ۽ پال ٿيا

ڪرم علي اڪير اباڻن جي آ
ڏت ڏوٽين ڏاڏاڻن جي آ
چيلا چانگو چال ٿيا

## ڪافي روپ جوڳ

راتيان ڏينهان اٿم سار، مونکي تن ماروئڙن جي
مارو مونکان مور نہ وسرن، دل ۾ تن جي تار
اتڙا مينهن مليرتي ، گاهن ڪئي گلزار
زر زيور هي مول نہ پايان، لوئي اباڻي لال
ڪوٺن ۾ ڪيئن گهاريان اڪيلي، نيڻن وهايان نار
ڪرم علي ڪاج مور نہ ڪائيندس، مارو ڏيندم ميار

## ڪافي روپ جوڳ

تن ۾ لڳي آ تار، مونکي تن ماروئڙن جي
مارن وساري مون نہ وساريا، جيئري ملندم شال
ماروئڙن ريءَ هت نہ رهنديس، سڪندي ٿيئڙم سال
آچ نہ عمر اِهي پٽ پٽيهر، ٻَن ماڙيون هي مال
سرتيون سارن ڪين وسارن، جر وهايان جال
ڪرم علي ملڪ موٽي ويندس، پلو ڪندو پلا پال

# ڪافي روپ جوڳ

رات ڏٺو مون خواب ادا، ملڪ مارن جو آهي اُنو
ملڪ، مارن جو آهي اڻو، ساري سڻايان سچ سچو

خبر اباڻي پار جي، خواب اندر پئي خاصي ڪري
روز نهاريان راهه وري، جن جي آهي ڳالهه ڳري
پنهنوران سان آءٌ مِلان، آڻي ڏي ڪو ڏس پتو

سور سختيون سهندي مون ڪي سال ٿيا
گهنگهر ٿيو گهارڻ هتي، ماروئڙا جو ياد پيا
لوئي ڪين لاهيان مت، مارو ڪن مونکي ڪچو

پڪا پنهنوار ۽ پٽون پاڻا، ڏيهي ڏاڏاڻا ڏور ٿيا
سرتيون ساهيڙيون ساريان، ڪوٽن منجهه ڪلور ٿيا
روز روئان ٿي رت ڦڙا، سانگين جي سورن سٽيو

ڪرم علي جي ليک لکيا، قادر ڪريم هي قسمت جا
ڪاٽي عمر هي قيد ڪڙا، ويڙهه پيان وجي ڪير ڪٿا
مولا ميلي من ماروئڙا، محبت جو آ مچ متو

# ڪافي روپ

عمر ماروئڙن جي ماري ٿي جدائي
پڪا تن پنهنوارن جا، ڏسان ٿئي سرهائي

روئان ٿي ڏکن ۾ سانگيئڙا ساريون
يٽن پاس آهن ويڙهچن جون واڙيون

ويهان ڪيئن ڪوٺن ۾، وڃن سور ساڙيون
ولر ۽ ويڙهيچا، ڏسان شال ڏاريون

ڪرم علي حال دل جو، ڪنهن کي سڻايان
لوئي ڪين لڄايان، اٿم اباڻن پارائي

# ڪافي روپ ڪوهياري

عمر ادا مارن جي خبر ڪانه آئي
روئان روز دم دم، قيدن مت منجهائي

سنگهارن جي سڪ ۾، ڳوڙها روز ڳاڙيان
ساهيڙيون ۽ سرتيون، پلا ڪيئن وساريان
روئان راتيان ڏينهان، ڪونهي حال پائي

پرم تن مارن جو، رهي شل سدائين
لتم خواب ويندس، وري مان اوڏاهين
ڪٽي آئين ڪوهه تان، رکي دل ۾ دغائي

ڪرم علي حال دل جو، ڪنهن ڪي سڻايان
ڏک سک ۾ تنهن سان، گڏجي گذاريان
لوئي ڪيئن لڄايان، اباڻن پارائي

